# ڪلام
# فقير عبدالله ڪاتيار

مرتب:
ڊاڪٽر نواز علي شوق



سچل سرمست يادگار ڪميٽي
خيرپور
١٤١٨ھ / ١٩٩٨ع

كتاب: كلام فقير عبدالله كاتيار

مرتب: ڊاڪٽر نواز علي شوق

ٽائيٽل ڊزائين: قيوم منگي

ڇپيندڙ: پوپٽ پريس خيرپور

ڇپائيندڙ: سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور.

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: علمي ڪمپوزرس ۽ پرنٽرز ڪراچي.
فون: ٢٦٢٥٢٥٤
لي آئوٽ سيٽنگ: حضوربخش الطاف پيرزادو

Kalam Faqir Abdullah Katiar

Edited By: Dr. Nawaz Ali Shoque

Printed By: POPAT PRESS, Mall Road, Khairpur.

Publisher: Sachal Sarmast Memorial Committee
Khairpur, Sindh.

# پيش لفظ

الله پاڪ سنڌ جي سرزمين کي روشن فڪر عارفن ۽ اهل دل درويشن جو ديس بڻايو آهي. خدا جي فضل سان اسان جو خيرپور ضلعو ته خاص طور سان صاحب بصيرت ولين ۽ صوفي شاعرن جو مسڪن رهيو آهي.

آدم سلطان، اپن شاھ، احمد شاھ جيلاني، پير ڪنبر، پير محمد راشد، خير محمد هيسباڻي، سلام الله ٽرڙٽي، شادي شهيد، شاھ جاڙيو، شيخ طيب، صاحبڏنو درازي، غلام حيدر فقير شر، محمد شاھ جيلاني، مخدوم احمدي، مخدوم محمد اسماعيل ۽ نانڪ يوسف فقير ضلعي خيرپور جا چند نامور صاحب عرفان آهن. جن جي نالن پٺيان پورا مڪتب فڪر هلي پيا.

علم و عرفان جي انهن مرڪزن سان وابسط ٿيا ته ڪيترائي بي بها دُر پيدا ٿيا جن جي فيض سان هيءَ سرزمين سيراب ٿي. انهن ئي ڀلارن بزرگن مان حضرت سچل سرمست ۽ فقير عبدالله ڪاتيار به ٿي گذريا آهن. حضرت سچل سرمست درازي درويشن جي سلسلي سان منسلڪ هيو ۽ فقير عبدالله ڪاتيار وري پاڳارا پيرن جي سلسلي سان واڳيل هيو.

گذريل سال حضرت سچل سرمست جي ١٧٥هين عرس جي موقعي تي محترم ڊاڪٽر نواز علي شوق صاحب جيڪو مقالو پڙهيو اُهو حقيقت ۾ سندس تحقيقي ڪتاب "ڪلام فقير عبدالله ڪاتيار" جو مقدمو هيو.

انهيءَ ادبي ڪانفرنس دوران سچل سرمست يادگار ڪميٽيءَ خيرپور جي سيڪريٽري محترم تنوير عباسي صاحب اصرار ڪيو ته هيءُ ڪتاب سچل يادگار ڪميٽي طرفان شايع ڪرايو وڃي. ڪتاب جي پنهنجي جاءِ تي افاديت به مسلم هئي ويتر تنوير عباسي صاحب جو چيو موٽائڻ مون لاءِ ناممڪن هيو. انهيءَ وقت مون اهو وعدو ڪيو هيو ته ايندڙ سال هيءَ ڪتاب ميلي جي موقعي تي شايع ڪرايو ويندو.

"ڪلام فقير عبدالله ڪاتيار" مهربان پڙهندڙن جي هٿن ۾ آهي. اميد ته سنڌي ادب جي گهڻگهرن ۾ اسان جي هيءَ سوکڙي پسند پوندي.

١ جنوري ١٩٩٨ع

محمد يونس ڏاگها
چيئرمين
سچل سرمست يادگار ڪميٽي
۽ ڊپٽي ڪمشنر خيرپور

# ٻه اکر

ڪجهه سال اڳ مون کي فقير عبدالله ڪاتيار جو ڪلام ڪٺو ڪري ايڊٽ ڪرڻ لاءِ چيو ويو هو. مون سڀ کان پهرين پنهنجي ذخيري مان ميڙا چوندي ڪئي اٽڪل پنجاهه کن ڪافيون هٿ آيون. اڃان وڌيڪ ڪلام ڪٺو ڪري رهيو هوس ته ايتري ۾ مولانا عبداللطيف سڪندري جو پيغام پهتو ته هُو ڪاتيار جو ڪلام گڏ ڪري ڇپرائڻ گهري ٿو. مون پنهنجي چاچي دوست محمد هٿ ڪيس ڪاتيار جو ڪلام موڪلي ڏنو. مولانا صاحب جو تيار ڪيل ڪتاب ڇپجي چڪو آهي، پر ان ۾ فقط سنڌي ڪلام آهي سو به ٿورو آهي. مگر ان هوندي به مولانا صاحب جي هيءَ محنت جَسُ لهڻي.

فقير عبدالله ڪاتيار جو ڪلام ڪٺو ڪرڻ لاءِ مختلف هنڌن تي وڃڻو پيو. ڪن دوستن کي خط لکيم جن وڏا وڙ ڪيا. محترم محمد پنهل ڏهر پرچوندي شريف واري ڪتب خاني ۾ رکيل هڪ قديم بياض مان ڪاتيار جو ڪلام فوٽو ڪاپي ڪرائي موڪليو. محترم بشير احمد هيسباڻي غلام حيدر موچي واري بياض جو اهو حصو فوٽو ڪاپي ڪرائي موڪليو، جنهن ۾ فقير عبدالله جو ڪلام لکيل هو. پر سڀ کان وڏو بياض منهنجي شاگرد لطف علي لاشاري فوٽو ڪاپي ڪرائي موڪليو، جيڪو فقير علي بخش ويٺل ڪپرو، ضلع سانگهڙ جي ملڪيت هو. ان بياض جو ڪاتب فضل محمد آهي، هن اهو بياض ١٣٣٠هه ۾ لکيو. ان بياض ۾ فقير عبدالله جون ١٢٠ ڪافيون ۽ حافظ عبدالله جون ٽيهه ڪافيون شامل آهن.

مون راڄڙ واري بياض کي بنياد بڻايو، ڇو ته اهو هڪ ته آڳاٽو آهي ۽ ٻيو ته ٻين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ صحيح معلوم ٿئي ٿو. انهيءَ بياض مان اٽڪل ويهارو کن نيون ڪافيون ۽ ڪجهه نوان بيت مليا، جيڪي ٻين بياضن ۾ ڪونه هئا. انهيءَ آڳاٽي بياض کي بنياد بنائي مون ٻيا بياض پڻ آڏو رکيا،جن جا نالا حاشيي ۾ ڏنل آهن، جيڪي مون وٽ موجود آهن.

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ ڪاتيار تمام وڏو شاعر ۽ صوفي درويش هو. سچل سائين جو دوست هو، وٽن ويندو رهندو هو. فقيري ڪين پنهنجي مرشد وٽان ملي، باقي شاعري واري ونڊَ ڪين سچل سرمست ڪان ملي. سچل سائين جي پُر بهار باغ جي گلن جو واس اوهان وٽي چڪا آهيو. هينئر هڪ ٻئي خوبصورت باغ جي گلن جو واس وٺو. ٻنهي درويشن جي ڪلام جو مطالعو سچ پچ تہ وڏي نعمت آهي. آءٌ پاڻ کي خوش قسمت سمجهان ٿو جو فقير عبدالله جهڙي عظيم شاعر تي مون وس آهر تحقيق ڪئي آهي ۽ اهو ڪتاب ڇپجي پڌرو ٿي رهيو آهي.

فقير عبدالله جي ڪلام ۾ ايڏا تہ اونها اسرار ۽ رندي راز آهن، جو ڪو سرت سياڻو ئي سمجهي سگهي ٿو. سچ پچ تہ مون ان بحر جي ڪناري تان رڳو سپيون ۽ ڪوڏ ميڙيا آهن، موتي ميڙڻ لاءِ وڏي سوچ ۽ سمجهہ کپي.

جناب محمد يونس ڏاگها صاحب چيئرمين سچل سرمست يادگار ڪميٽي ۽ ڊپٽي ڪمشنر خيرپور ۽ ڊاڪٽر تنوير عباسي جو احسان مند آهيان، جن هن ڪتاب ڇپرائڻ جي منظوري ڏني ۽ ميلي جي موقعي تي هيءُ ڪتاب تمام سهڻي نموني ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي.

آخر ۾ انهن سڀني دوستن جو ٿورائتو آهيان جن هن ڪم ۾ منهنجي مدد ڪئي. خاص طور ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، محترم محمد علي حداد، محترم بشير احمد هيسباڻي، محترم محمد پنهل ڏهر، محترم لطف علي لاشاري، محترم خادم عباسي ۽ ٻين مهربانن جو تمام گهڻو ٿورائتو آهيان.

ڪراچي ٢ جنوري ١٩٩٨

**نواز علي شوق**
ڪراچي يونيورسٽي
ڪراچي

# فقير عبدالله ڪاتيار

سنڌي، سرائڪي ڪافي صدين کان سنڌ ۽ پنجاب ۾ مشهور ۽ مقبول آهي. سنڌي ڪافي تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿيندو ته ميرن جي دور ۾ سنڌي سرائڪي ڪافي جا نمائنده شاعر خيرپور ۾ پيدا ٿيا. جن ۾ عبدالله فقير ڪاتيار، سچل سرمست، حافظ عبدالله قريشي، پير علي گوهر شاه اصغر ۽ درازن جي فاروقي خاندان جا شاعر آخوند محمد حيات حاتم، سندن فرزند آخوند گل محمد، آخوند عبدالهادي وغيره اچي وڃن ٿا. ڪنڊڙيءَ ۾ وري روحل فقير ۽ مراد فقير محبت جو مچ مچايون ويٺا هئا. انهن مڙني ۾ سچل سرمست ۽ عبدالله ڪاتيار جو ماڻ مٿاهون آهي. هتي فقير عبدالله ڪاتيار بابت ٻه ٽي ڳالهيون عرض ڪجن ٿيون.

فقير عبدالله ڪاتيار جي سوانح بابت مون گهڻي ڳولها ڪئي پر، مستند مواد ڪٿان به ملي نه سگهيو. هُو ڪٿان جو ويٺل هو ان سلسلي ۾ پڪ سان ڪجهه چئي نه ٿو سگهجي. هڪ روايت آهي ته هُو ملاڪاتيار ضلع بدين جو ويٺل هو. هڪ مسڪين هاري هو. پير ڳوٺ (ڪنگري) ۾ پير پاڳاري جي ڪُتب خاني ۾ ڪافين جو هڪ بياض محفوظ آهي، جنهن ۾ گهڻن ئي صوفي شاعرن جو ڪلام موجود آهي. ان ۾ فقير عبدالله ڪاتيار جون ڪافيون پڻ ڏنل آهن. هڪ ڪافي جي شروع ۾ فارسي ۾ هڪ عبارت لکيل آهي ان جو ترجمو ڏنو وڃي ٿو.

”عبدالله فقير مست، جيڪو ٿر جو رهاڪو هو. هو اجا پنهنجي ئي علائقي ۾ هو ته پنهنجي مرشد کي خواب ۾ ڏٺائين پوءِ مرشد جي ڳولا ۾ نڪتو ته ان دوست کي ڪنهن طرح ڳولي لهان. جيئن عربي زبان ۾ چوڻي آهي ته ”من طلب شيءِ جد وجد“ يعني جيڪو ڪنهن شيءِ جي طلب ڪري ٿو ۽ ڳولا ڪري ٿو ته اها کيس ملي وڃي ٿي.

گهمندو ڦرندو پير صاحب جي درگاهہ تي آيو تہ اتي هن پنهنجو محبوب سجاڻي ورتو ۽ هيءَ ڪافي چيائين:" ان جو ٿلهہ ۽ آخري شعر پيش ڪجي ٿو.

ٿلهہ: آپي لايئي نينهن، سڄڻ پنهنجو، نينهن نباهين،
اُٺئون عبدالله جي سائين! راحم راتو ڏينهن،
راحم راتو مئن واري آن مٺا هنڙا مُور مَ لاهين.

پير سائين محمد راشد روضي ڌڻي رح وٽان ڪين عشق عطا ٿيو. ڪامل مرشد ڪين معرفت واري شراب جي اهڙي سُتي پياري جو هُو فقيري واري وڏي درجي تي رسيو. خواجہ محمد زمان لنواريءَ واري فرمايو آهي تہ:

اکر پڙهہ عشق جو، ڪنز قدوري ڇڏ،
چڙهہ تنين جي مڏ، جي سُتي ڏين شراب جي.

مطلب تہ مرشد جي نظر فيض اثر ڪيميا جو ڪم ڪيو، عشق جي هڪ ئي اکر ڪيس اعليٰ مقام تي پهچايو. هڪ ٻي روايت ڪجهہ هن ريت آهي:

هڪ ڀيري پير سائين پنهنجن مريدن سان گڏ سفر تي وڃي رهيا هئا تہ واٽ تي عبدالله ڪاتيار پنهنجي پوک کي پاڻي ڏيڻ لاءِ نار تي ويٺو هو، ڏاند نار ۾ وڙهو ٿي ۽ عبدالله مزي سان حُقو ڇڪي رهيو هو. جڏهن بزرگ اتان لانگهائو ٿيا تہ سندس مريدن عبدالله ڪاتيار کان ان تَر جي ڪنهن ڳوٺ جي پڇا ڪئي. عبدالله حُقي مان نڙ ڪڍي ان سان ڪين رستو ڏسيو. پير صاحب جن عبدالله کي چتائي ڏٺو، نظر پوڻ شرط هو بي هوش ٿي ويو. خليفا حيران ٿي ويا. پير صاحب خليفن کي چيو تہ هن تي حال اچي ويو آهي، هن جا هٿ پير مهٽيو، چڱي دير هٿ پير مهٽڻ کان پوءِ هُو هوش ۾ آيو ۽ نار ڇڏي پير سائين جي جماعت ۾ شامل ٿي ويو.

پير صاحب جن سفر ڪندي جڏهن پنهنجي مريد وٽ پهتا تہ خليفن عرض ڪيو تہ قبلا! اهو همراهہ نار ڇڏي اسان سان گڏ هتي هليو آيو آهي. سياري جي موسم هئي عبدالله پٺي سرديءَ ۾ ڏڪيو.

ڪيس هنڌ تيز ڏنا ويا، پر ان هوندي به سندس سيءُ نہ لٿو. اهو ڏسي پير صاحب جن ڪيس پنهنجو ڪٽو ڏنو، تڏهن به هو ڏڪيو ٿي، تنهن تي پير صاحب چيس تہ، ”پوين لاءِ بہ ڪجهہ ڇڏيان يا سڀ توکي ڏئي ڇڏيان“. فقير صاحب عرض ڪيو تہ، ”سائين! مان اوهان ڪان اوهان جي پوين جي امانت نہ ٿو گهران، مان فقط پنهنجو حصو گهران ٿو“. پير سائين کين ٻيو ڪٽو بہ ڏنو، پوءِ ڪائنس پڇيائون تہ ”فقير هاڻي تہ بس نہ“ عبدالله عرض ڪيو تہ ”سائين هيئر بس منهنجو پورائو ٿي ويو“.

فقير صاحب ڪجهہ عرصو درگاهہ شريف تي تہ ڪجهہ عرصو ٽيڙهي ۾ گذاريو. هن ڪٿان تعليم حاصل ڪئي، ان بابت بہ ڪجهہ معلوم نہ آهي. سندس وفات ١٢٥٠هہ ڌاري ٿي ۽ پير ڳوٺ ۾ دفن آهي.

فقير عبدالله ڪاتيار جون گهڻيون ئي ڪرامتون مشهور آهن. هتي نموني خاطر هڪ واقعو پيش ڪيو وڃي ٿو.

منهنجي محسن ۽ مهربان استاد ڊاڪٽر عطا محمد حامي مرحوم هڪ ڏينهن فقير صاحب بابت هي واقعو ٻڌايو هو. فقير عبدالله ٽيڙهي ۾ رهندو هو. روايت مطابق لسي وٺڻ ٿي ويو تہ رستي تي سو گهوڙن جو صوبيدار محمد خان لغاري پنهنجي دستي سميت ڪيس مليو. محمد خان کي ٻڌايو ويو تہ پير سائين روضي ڌڻي جو مريد ۽ شاعر فقير عبدالله اهو آهي. محمد خان ڪيس ڪافي ٻڌائڻ جي فرمائش ڪئي.

فقير کي ڪافي چوڻ ڪان اڳ مرشد جي صورت سامهون نظر آئي. فقير ڪافي چئي، جنهنجو ٽلهہ ۽ آخري شعر پيش ڪجي ٿو:

ڏي سر عاشق ڇٽين وو يار
عشق دلال آيا دلبر دا.
عبدالله عاشق رهہ در عشق دي
هر ڪنهن حال نہ هٽين وو يار.

محمد خان پهرين مصرع ٻڌي گهوڙي تان لٿو ۽ ٻي مصرع سان تمغا وغيره لاهي ڦٽي ڪيائين. آخري مصرع ٻڌي فقير جي پيرين پئي بي هوش ٿي ويو. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ ڪيس هوش آيو تہ ان گهڙي هڪ

ڪافي چيائين جنهن جو ٽلهہ آهي.

جوڳي آيا لٽ ڳيا ميڏي جان ساري

ان کان پوءِ محمد خان پنهنجو اعليٰ عهدو ڇڏي ٽڏو وڃائي فقير وانگر درگاهہ تي ويٺو هوندو هو.

فقير عبدالله جي شخصيت ۽ شاعريءَ بابت سڀ کان پهرين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سڃاڻ ڪرائي. ان کان پوءِ مولانا عبداللطيف سڪندري ڪاتيار جو ڪجهہ ڪلام ڇپرايو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب پهريون خليفي نبي بخش جي رسالي جي مقدمي ۾، ان کان پوءِ ڪتاب ”اصغر سائين جو ڪلام“ جي مقدمي ۾ فقير صاحب جي شخصيت ۽ شاعريءَ تي روشني وڌي آهي. ٻنهي ڪتابن مان ڪجهہ ٽڪرا ڏنا وڃن ٿا. ڊاڪٽر صاحب جن لکن ٿا تہ:

”حق ۽ حقيقت جي گفتار، خصوصاً وحدت ۽ ڪثرت واري نڪتي جي اپٽار ۾ حجت ۽ بيباڪي، رندي ۽ راستي واري رسم جو بنياد سنڌي شاعري ۾ غالباً پهريائين عبدالله فقير ڪاتيار وڌو جو هن دور جو هڪ مست ۽ مجذوب شاعر هو (١). عبدالله، پير صاحب حضرت محمد راشد (روضي ڌڻي) جي فيض کان سرشار ٿي، دنيوي لاڳاپا لاهي ٽيڙهي (خيرپور رياست) لڳ لوڙهو ڏيئي گوشہ نشين ٿي ويٺو هو. هي درويش سچل جو پاڙيسري ۽ معاصر هو ۽ سچل جي ساڻس دلي محبت هئي. انهيءَ ڪري سندس حال توڙي قال جو سچل تي وڏو اثر پيو (٢). جيئن تہ عبدالله فقير حضرت روضي ڌڻي جو مريد هو انهيءَ ڪري خليفو نبي بخش صاحب پڻ سندس ڪلام کان متاثر ٿيو.حق جي سڃاڻپ خاطر پيٽائي صاحب ۽ ڪانئس اڳ جي درويش شاعرن ”من عرف نفسه فقد عرف ربه“، واري نڪتي کي ورجائي ”پاڻ سڃاڻڻ“ جي ترغيب ڏني. البتہ پيٽائي صاحب خود شناسي واري منزل کي اتي پهچايو تہ ”نڪا ابتدا ”عبد“ جي نڪا انتها“. اها سندس معجزبياني هئي جو

---

(١) عبدالله فقير پير صاحب پاڳاري حضرت صبغت الله شاھ اول جي آخري ايام ۾ اندازاً ١٢٤٠ – ١٢٤٥ھ ڌاري وفات ڪئي.

(٢) سچل جي سوانح ۽ ڪلام جي هن پهلو کي اڃان تائين روشن نہ ڪيو ويو آهي. سچل جي عبدالله فقير سان جا محبت هئي ان کان خود سچل جا پويان سجاده نشين بزرگ باخبر هئا.

هڪ نازڪ نڪتي کي ٿورن ۾ سهڻن لفظن ۾ ادا ڪري ڇڏيائين. ڀٽائي صاحب کان پوئين دور جي درويش شاعرن مان روحل ۾ مراد اڪثر "پاڻ سڃاڻڻ" واري نڪتي کي ورجائيندا رهيا. مگر عبدالله فقير قدم اڳتي وڌائي رندن جا اهڃاڻ ڏنا ته:

"لا" جا لائي لنگ، موٽي ڪن نہ مسحو،
آڏوتن عبدالله چئي، دل تي پيتا دنگ،
ڪوثر نہ آيا ڪاپڙي، گرکي گڏيا جنگ،
سنگوُن ڇنا سنگ، ڪي جو سرين ڪاتيار چئي.

وحدت ۾ ڪثرت جي حقيقت ورجائيندي چيائين ته:

الک انسان اڄ يارو، آيو انسان جي چولي،

--- • ---

سر سارو اِسرار ڇپايئي، صورت سانگ بنائين آئين.

--- • ---

ڇاڻ مسلماني ڪير ڇاٽي، عشق وڏو منجهہ ڪفر جي آٽي
عبدالله عاشق محض مشرڪ، ريءَ شرڪ رب ڪير سڃاٽي.

پڻ پنهنجي مخصوص انداز ۾ عبدالله فقير "خود شناسي" کي "خود اثباتي" سان همڪنار ڪندي چيو ته:

"عرب" عين" ري سمجهہ تہ ڇاهي،
عبدالله ڇڏ "عبد" کي لاهي
ترڪ سنت طغيان

ظاهر آهي تہ عبدالله فقير "عبدالله" مان "عبد" کي ڇڏي "الله" کي اثبات ڪرڻ جي ترغيب ڏني، مگر ڪافي رمز ۾ نزاڪت سان اهو نڪتو بيان ڪيائين. پنهنجي ٻين ڪافين ۾ واضح ڪيائين تہ رندي رمز جي مام پروڙڻ مشڪل آهي: "رمز رنديءَ جو رخ ڪاڏي، آهي مشڪل پروجهڻ مام" ۾ پڻ سچن سالڪن کي رندي رمز جي "سهڻي" طور طريقي تي پوري رهڻ جي ترغيب ڏنائين ته:

رمزن واري سهڻي رند، سالڪ رهيا سمجهہ سان پورا،
رند انهيءَ تي رمزن واري، چندين ڀوڙيا چند. (۱)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪتاب، "اصغر سائين جو ڪلام" جي مقدمي ۾ لکيو آهي تہ: عبدالله فقير ڪاتيار ۽ سچل سائين همعصر هئا. عبدالله فقير توحيد ۽ معرفت، وحدت ۽ ڪثرت جي رازن سمجهائڻ ۽ رِندن واري رمز جو بنياد وڌو. هو پير سائين محمد راشد روضي ڌڻي جو سچو عاشق ۽ مريد ۽ درگاهہ جو ڏيئو هو. ٻاهر هجي ها تہ چنڊ ٿي چمڪي ها. فقير عبدالله جي رندي رمز کان سائين سچل ڪافي متاثر هو. فقير عبدالله سچل سائين کان اٺ سال کن پوءِ وفات ڪئي (٢).

ساڳئي ڪتاب ۾ ٻئي هنڌ لکن ٿا. "عبدالله فقير ڪاتيار وحدت ۽ ڪثرت واري راز کي وڏين رمزن سان سمجهايو. خود شناسي، خود داري ۽ خود اعتمادي واري مشعل کي پهريائين عبدالله فقير ڪاتيار وڏي آب تاب سان چمڪايو، بلڪہ اجان بہ وڌيڪ مچ مچائي رنداني راهہ کي روشن ڪيو.

عبدالله فقير جي رنداني رمز کان سائين سچل سرمست پين کان وڌيڪ متاثر ٿيو. پر شروع شروع ۾ هو پنهنجي اظهار ۾ محتاط هو ۽ رکو ٻجهارت طور اهيجاڻ ڏنائين تہ:

ماڻ ڪريان تہ مُشرڪ ٿيان، ڪُڇان تان ڪافر،
انهيءَ وائي ورُ، ڪو سمجهي سچي ڏنو چئي.

پوءِ جڏهن پن ڪنيائين، تڏهن حد ڇڏي وڃي لاحد ۾ پيو، جتي "آءُ" ۽ "مئُن" "مئُن وو مئُن" واري استغراق ۾ ٽپيون ڏنائين ۽ شحطيات کان احتياط نہ ڪري سگهيو. (١).

اهي ڊاڪٽر صاحب جا ذاتي رايا آهن. انهن ۾ ڪجهہ وڏاءُ ۽ ڪي قدر عقيدت جو عنصر نظر اچي ٿو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي هڪ تقرير ۾ سچل سائين جا چار استاد ٻڌايا آهن. پهريون مڪتبي استاد حافظ عبدالله، ٻيو سندن چاچو حافظ عبدالحق ٽيون عطار ۽ چوٿون فقير عبدالله ڪاتيار.

---

(١) خليفي صاحب جو رسالو - ص -.
(٢) ڏسو اصغر سائين جو ڪلام ص - ٤١ - ٤٢ -

انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ ڪاتيار وڏو شاعر هو، وڏو صوفي درويش هو، پر هُو عطار ۽ خواجہ عبدالحق جي برابر نہ هو. عشق ۽ عرفان جي جيڪا منزل عطار ۽ عبدالحق کي ملي، سا هر ڪنهن کي نصيب نہ ٿي ٿئي. عطار جڳ مشهور صوفي بزرگ ۽ عظيم شاعر هو. ڪيس تصوف جو ٿنڀو سمجهيو ويندو آهي ۽ خواجہ عبدالحق جي سچل سائين پنهنجي ڪلام ۾ جيڪا تعريف ڪئي آهي، ان مان سندن علم ۽ عرفان جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. ان ڪان علاوه حافظ عبدالله بہ پنهنجي دور جو وڏو عالم، عارف ۽ شاعر هو. اهڙن ڪامل استادن هوندي سچل سرمست کي ٻئي ڪنهن استاد جي ضرورت ئي ڪانہ هئي.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪاتيار کي سچل ڪان وڏو شاعر سڏيندي، سندس ڪلام مان ڪجهہ مثال پيش ڪيا آهن.

حقيقت هيءَ آهي تہ اسان "تولن ماسن" ۾ آهيون ۽ سچل سرمست ۽ ڪاتيار مٿن ۾ آهن. "تولا ماسا" مڻ توري ڪونہ سگهندا. ڪيرُ ڪيتري منزل وارو هو؟ اها تور تڪ نا ممڪن آهي. هتي آءُ ٻنهي شاعرن بابت ڪو مناظرو ڪرڻ نہ ٿو گهران ۽ نہ وري مقابلو. پر ايترو ضرور چوندس تہ آءُ هتي سچل سائين جي ڪلام مان ڪيترائي مثال ڏيئي سگهان ٿو، جن مان اهو چٽيءَ ريت ثابت ٿيندو تہ سچل جي ڪلام ۾ ڪيڏي گهرائي آهي ۽ ڪيڏو مٿاهون فڪر آهي ۽ سندن عظمت نمايان نظر ايندي.

سچل سرمست ڇهن زبانن ۾ ۽ مختلف صنفن تي تمام گهڻو ڪلام چيو آهي، جيڪو هڪ اونهو سمنڊ آهي. جنهن جي هڪ هڪ مصرع موتي مثل آهي. سچل سائين جي شاعراڻي بحر ۾ جيڪي لهرون پيدا ٿيون، سي بہ لکّ لهن. سندن ٻالڪا/طالب نانڪ يوسف، گهرام فقير جتوئي، محمد صالح قادري، خير شاهہ رتيديري وارو، محمد صلاح دونهين وارو ۽ ٻيا وڏا درويش، صوفي بزرگ ۽ شاعر هئا، جن کي سچل سائين ڪان ونڊ ملي. وري سخي قبول محمد ثاني جي سلسلي جا شاعر ڏسو. مطلب تہ انهيءَ ويڙهي مان ڪيترائي ٻيِ پرُ ٿيا. اها ويڙهي سُڪي

ايضاً ص – ٤٧ – ٤٩

نہ آهي. اجان ڀريل آهي، ڀٽائي جي لفظن ۾ اسان جي دعا آهي تہ:

شال م سُڪي ويئري، جئان ڀي ڀين

هڪ ٻي مثال ٿا وٺون نانڪ يوسف جو، جنهن جو ڪلام ڊاڪٽر تنوير عباسي گڏ ڪيو ۽ ادبي بورڊ ڇپرائي پڌرو ڪيو. جن اهو ڪلام پڙهيو هوندو، سي گواهي ڏيندا تہ نانڪ ڪيڏي وڏي منزل وارو هو. ڪيڏو وڏو شاعر هو. وري نانڪ جو ٻالڪو فقير غلام حيدر شرُ ڏسو، ان ڪان پوءِ انجا تربيت يافتہ رڳو ٻيا شر ذات جا شاعر ڏسو تہ ڪيڏا نہ وڏا شاعر آهن. هيڏين سارين ڳالهين هوندي ڪاتيار ڪي سچل سائين جو استاد سڏڻ ۽ سرمست ڪان مٿاهون شاعر سڏڻ صحيح نہ ٿو لڳي. سچل جي فڪر، فلسفي ۽ بزرگي بابت گهڻائي ڪتاب، مضمون ۽ مقالا ڇپجي چڪا آهن، هينئر ڪاتيار جو ڪلام پڻ ڇپجي رهيو آهي. پڙهندڙ پنهن بزرگن سچل سائين ۽ ڪاتيار جي ڪلام جو مطالعو ڪري پاڻ فيصلو ڪري سگهن ٿا تہ ڪيرُ وڏو شاعر آهي. ڪير استاد آهي ۽ ڪير شاگرد، ڪير مرشد آهي ۽ ڪير عقيدتمند.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب فرمايو آهي تہ، ”سچل سائين ۽ عبدالله ڪاتيار جي ملاقات جون روايتون مشهور هيون. عبدالله فقير ڪٿي رهندو هو؟ اسان ڪي خبر ڪانهي ڪا، پر هتي مڙئي خيرپور تعلقي ۾ ڪٿي رهندو هو. انهن جو پاڻ ۾ ملڻ پيو ٿيندو هو ۽ عبدالله فقير تمام ڪنهن گهڻي تنبيهہ سان بعضي سچل ڪي سمجهائيندو هو“. (١).

ڊاڪٽر صاحب جي اها راءِ تہ عبدالله فقير گهڻي تنبيهہ سان بعضي سچل ڪي سمجهائيندو هو، دل سان نہ ٿي لڳي. درازا وڏي گادي هئي ۽ آهي. سندن هزارين مريد هئا ۽ اڄ بہ ان گاديءَ جا هزارين عقيدمند آهن. ان زماني ۾ فاروقي بزرگن جو وڏو ادب ۽ احترام هوندو هو ماڻهن ۾ اهو ادب ۽ احترام اڄ بہ موجود آهي. ان جا گهڻائي مثال ڏئي سگهجن ٿا. پر هتي هڪ مثال تذڪره مخاديم کهڙا مان پيش ڪجي ٿو. کهڙن جي مخدومن جي پاڻ ۾ ملڪيت تان ناسازي ٿي پئي. سچل

(١) سرمست - ١٢ - ص - ٢٢

سرمست اتي وڃي ڪين ڪير ڪنڌ ڪري ڇڏيو. ايڏي وڏي ماڻهو کي عبدالله تنبيهه ڪندو هجي، اها ڳالهه سمجهه ۾ نه ٿي اچي. بلڪ مون جيڪي روايتون ٻُڌيون ۽ پڙهيون، تن مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته عبدالله ڪاتيار سچل سائين جو عقيدت مند هو ۽ اڪثر وٽن ويندو رهندو هو.

جڏهن آءٌ عبدالله ڪاتيار بابت تحقيق ڪري رهيو هوس، تڏهن منهنجي پياري دوست قربان خاصخيلي خط ذريعي هي احوال لکي موڪليو هو: "عبدالله فقير اصل ملاڪاتيار ضلع حيدراباد جو ويٺل هو. پير محمد راشد روضي ڌڻي جو مريد هو. چون ٿا ته حقيقي طلب شاهه درازي سچل سرمست کان ٿيس. جماعت پير سائين کي عرض ڪيو ته عبدالله درازين وڃي ٿو. بادشاهه گهرائي پڇيس: عبدالله وڏي دانائيءَ سان عرض ڪيو ته، "قبله! اتي سچل فقير ۾ به صورت سائينجن جي ڏسندو ۽ پسندو آهيان. بادشاهه خوش ٿيو. فقير ١٣٠٠هه کان اڳ وصال ڪيو، پير ڳوٺ ۾ دفن آهي".

مير رستم کان جاگير وٺڻ واري جيڪا ڳالهه آهي، تنهن بابت استاد حامي مرحوم ٻڌايو هو ته ان تي شادي شهيد سچل سائين کي ڪي ڏکيا لفظ چيا هئا. ڇو ته شادي شهيد ان قسم جو درويش هو. جيڪا ڳالهه ڪيس صحيح نه لڳندي هئي ته ان تي سخت ناراض ٿيندو هو. شادي شهيد جا ان قسم جا ٻيا به ڪي واقعا مشهور آهن. اهو اڻ ٽر شادي شهيد هو. ها اهو ٿي سگهي ٿو ته عبدالله فقير به سچل سائين کي چيو هجي ته، "اهو ڪم سُنو نه ڪيئي". پر جيئن ته ٻاهر جا ڪم ڪاريون سچل سائين ڪندو رهندو هو ۽ پنهنجي وڏن جي چوڻ موجب سچل سائين جاگير جي سلسلي ۾ مير رستم وٽ ويو هو. باقي ڊاڪٽر بلوچ جي ان راءِ سان مونکي اختلاف آهي ته "خودي ۽ خود داري ۽ رندي جيڪا سچل جي ڪلام ۾ نظر اچي ٿي پئي تصوف جي سلسلي کان، سا عبدالله فقير جي صحبت جو اثر آهي". حقيقت هيءَ آهي ته اهي سموريون خوبيون ڪين صوفي بزرگن عطار، احمد جام، نعمت الله ولي

۽ ٻين صوفي شاعرن جي ڪلام ذريعي عطا ٿيون. ان کان علاوه پنهنجي چاچي خواجه عبدالحق کان اڳ ۾ ئي خودي ۽ خودداري ۽ رندي واري رمز ۽ رازن کان واقف ٿي چڪو هو.

فقير عبدالله موسيقي جو نه فقط ماهر هو، پر عاشق هو. هڪ روايت پير ڳوٺ واري بياض ۾ فارسي ۾ لکيل آهي، هتي ان جو ترجمو ڏنو وڃي ٿو.

هڪ ڀيرو عبدالله ڪافرن جو تماشو (شايد ڀڳت هجي) ڏسڻ ويو، ته ڪنهن اچي حضرت جن کي چيو ته "عبدالله ڪافرن جو تماشو ڏسي رهيو آهي، "پاڻ عبدالله تي ڪجهه ناراض ٿيا. جڏهن عبدالله واپس حضور جي خدمت ۾ آيو ته هيءَ ڪافي ناهي ٻڌايائين.

ڏسان جاڏي تاڏي سهڻو يار ميان

اچي نظر نه ٻاجهئون يار جي.

بيٺو آهي صورت وچ ۾

سهڻو سڀ ڪنهن پار ميان

ديدن دريون کوليون،

چؤطرف، چوڌار ميان

اسان پرين **عبدالله** چئي

ناهه وٺي هڪ وار ميان.

هيءَ حقيقت آهي ته عبدالله فقير کي بهترين ادبي ماحول مليو. پير ڳوٺ ۾ پير علي گوهر شاه اصغر، درازا ۾ سچل سرمست، حافظ عبدالله، محمد صالح فاروقي، گل محمد فاروقي آخوند عبدالهادي نانڪ يوسف ۽ ٻيا ڪيترائي فقير فقراء درگاهه تي حاضري ڀريندا هئا. ٻہرلوءَ (دونهين) ۾ فقير محمد صلاح، ڪنڊڙي ۾ روحل فقير مراد فقير ۽ ٻيا صوفي درويش موجود هئا.

فقير عبدالله راڳ ويراڳ جو شوقين هو. پير ڳوٺ ۾ ساز سرود

تي پابندي هئي. تنهن ڪري هو درازين ويندو رهندوهو. اتي وچي هُو سچل سائين کي پنهنجو ڪلام ٻڌائيندو هوندو ۽ سچل سرمست يا سندن طالبن کان سچل سائين جو ڪلام ٻڌندو هوندو. اهڙي ريت هُو هڪ ٻئي کان متاثر ٿيا. هتي ڪجهه مثال پيش ڪجن ٿا. ڪاتيار جي هڪ ڪافي جو ٿلهه آهي:

صدقي مئن صدقي قربان، گهول ٿيوان گهنڊ کولڻ تئون

سچل سائين گهنڊ کولڻ واري ڳالهه وري هن ريت بيان ڪئي

گهنڊ کول ديدار وِکا، مئن آيا مُک ويکڻ

سچل سرمست جي استاد حافظ عبدالله قريشي جي هيٺ ڏنل ڪافي تمام گهڻو مشهور ٿي. *

ڙي سيون ساڏي مَن دا محرم يار،
مئن نہ ڏٺا ڪوئي مَٺُ ماهي دا،
حُب هادي دي هي هدايت، ٻيا ڪفر بيڪار،
گم ٿيا گس گمراهي دا،
درد مندان کون ڏِتڙا دلبر، آکي عبدالله اظهار،
دوست دلاسا دلخواهي دا.

انهيءَ ڪافي کان متاثر ٿي عبدالله فقير هڪ ڪافي چئي، جيڪا تمام گهڻو مشهور ٿي. ان ڪافي جا ڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا.

هي مُک يار ماهيدا، عشق امام اسان نون ويکڻ،
چوڙ گمان گدائي والا، شملا چا ٻڌ شاهي دا.

سچل سائين کي اها مصرع اهڙي وڻي وئي جو هن ان کي پنهنجي ڪافي جو ٿلهه بڻايو:

* ڪافين جو ڪتاب ص ٣٢ مفيد عام پريس لاهور- سنہ ١٩٠٧.

چوڙ گمان گدائي والا، شملا چاڻڊ شاهي دا،

انهيءَ ڪافي جي پِران ان دور جي ٻين شاعرن پڻ ڪافيون چيون. اهڙي ريت عبدالله وري سچل جي ڪن ڪافين کان متاثر ٿيو.

هتي نموني خاطر ڪجهه مثال پيش ڪجن ٿا. سچل سائين پنهنجي هڪ ڪافي ۾ فرمايو آهي:

ڪيئن ڙي اديون آتڻ اچان

مونکي پور پرين جو پيو

فقير عبدالله فرمايو:

سا ڪيئن آتڻ ڪتي، متوال

جنهن جو سوداگر يار

عبدالله فقير جي هڪ ڪافي جي هڪ شعر کان فقير نانڪ يوسف متاثر ٿيو، ڪاتيار فرمايو:

جوڳين هئي ڪل ڪاجا، ڪيئون رمز صحي سندي رام ريجهائڻ

من لهٗ المولىٰ فلهٗ الڪُل

ڏورڙتين جا ڏاجا

فقير نانڪ يوسف انهيءَ عربي سٽ کي ٿلهه بڻائي فرمايو

من لهٗ مولىٰ، فلهٗ الڪُل

جنين سمجهيو، تنين حق حاصل

سچل سائين فرمايو:

صورت سڀ سلطان، پاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو

يا ٻئي هنڌ فرمايو اٿن:

پاڻ پسڻ آيوڙي جيڏيون، ڪر نہ هُيڙس ڪو ٻيو.

ان ڪان متاثر ٿي فقير عبدالله ڪاتيار فرمايو:

سڀ ڪنهن صورت سڄڻ منهنجو،
هر ڪنهن صورت جانب منهنجو.
پاڻ صورت پنهنجي پسي پسي ٿو.
سڀ جڳ آ شيش محل سائين جو.
والي سو هرجاءِ وسي وسي ٿو.
هر خاني هر جاءِ همه منجهه.
ساڳي عبدالله هسي هسي ٿو.

سنڌ جي صوفي بزرگن جي ڪلام ۾ جوڳين جو ذڪر ضرور نظر ايندو. ان جي شروعات قاضي قادن ڪئي. فرمايائون:

جوڳي جاڳايوس، سُتو هوس ننڊ ۾،
تهان پوءِ ٿيوس، سندي پريان پيچري.

حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي سالن جا سال جوڳين سان گڏ سير سفر ڪيو. سُر رامڪلي ۽ ڪاموڙيءَ ۾ جوڳين جو تمام گهڻو ذڪر ڪيو اٿن. فقير عبدالله جي ڪلام ۾ پڻ جوڳين جو ذڪر نظر ايندو. ڀٽائي جوڳين جا قسم، سندن ڪاڏي پيتي، رهڻي ڪهڻي ۽ ٻين خاص گڻن جو ذڪر ڪيو آهي. فقير عبدالله ڪاتيار هن مضمون کي پنهنجي هڪ خاص انداز ۾ بيان ڪيو. هن رام ريجهائڻ ۽ ناث نمائڻ جي ڳالهه نروار ڪئي. فرمائين ٿا:

جوڳين هُئي ڪل ڪاجا، ڪيائون رمز صحي رام ريجهائڻ،
سامين هئي سُڌ ساجا، نبض صحي سندي ناث نمائڻ.

خيرپور واري علائقي ۾ انب، ڪارڪون، ٿُوت ۽ ٻير عام جام ٿين ٿا. فقير عبدالله مُندن جو ذڪر ڪندي پنهنجي مقامي ماحول جي ترجماني تمام سهڻي نموني ڪئي آهي. ان سان گڏ پنهنجي پرين کي التجا ٿو ڪري اي منڙا محبوب تون پنهنجي عاشق سان ڪڏهن

ملندين؟ فرمائي ٿو:

مُندان ٿيون موٽن وو، چؤ سجڻ ڪڏهن ملندين،

انب ڦلهاريا، ڪجين ڳل واريا،

ٿُوت پڪا باغن وو، ڪڏهن ملندين،

ٻيرين ٻُور نوان جي جهليا،

ڦلهاريا ڦرُڪن وو، ڪڏهن ملندين.

ساڳي ڪافي جي آخر ۾ پنهنجي مرشد سڳوري سان عقيدت جو اظهار ڪندي فرمائي ٿو.

عبدالله چئي مُرشد منهنجا،

ڪندين ماڙ مُريدن.

وري هڪ ٻي ڪافي ۾ جوڳين کي ياد ڪندي جوڳين جي جُوءِ متائڻ، متن سِرُ صدقو ڪرڻ جو ذڪر ڪندي پنهنجي اندر جو احوال هن ريت اوري ٿو.

نانگن سان نينهن لائي، پيڙا پُور پلئہ،

ٿيس ورهہ ويراڳڻ،

جوڳي جي هلندا، رات نہ رهندا،

پورب پنڌ پچائي،

جوڳي جي هوندا، روز ميثاقي،

ڳهاءِ انهن جو ٿو ڳهائي،

تن سامين تان سِرُ صدقو جيڏيون،

ٻول متان ڪا ٻي ٻائي.

فقير عبدالله جي ڪلام مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ هن شاهہ جي شاعريءَ جو مطالعو ڪيو هو. اها ڳالهہ گهڻن هنڌن تي چٽيءَ طور نظر اچي ٿي. هتي نموني خاطر هڪ مثال پيش ڪجي ٿو. حضرت شاهہ

عبداللطيف ڀٽائي سُر سامونڊي ۾ فرمايو آهي:

مونکي چاڙهي چيئن، ويو وڻجارو اوهري،

انهيءَ مصرع کان متاثر ٿي، فقير عبدالله هوبهو ساڳين لفظن ۾ فرمايو:

ويو ٻاروچو نڪري ميان، چري چاڙهي چيئن،
من ۾ مَڇَ ٻاروچي جو ٻاريو ڙي.

فقير عبدالله کي ڪافيون ڪن خاص موقعن تي چيون. پير سائين حضرت محمد راشد (روضي ڌڻي) جي وصال بعد جڏهن پير سائين صبغة الله شاهہ پڳ ٻڌي تڏهن عبدالله فقير هڪ ڪافي چئي، جنهن ۾ پنهنجي مرشد جي صفت ۽ ساراهہ بيان ڪندي پنهنجي عقيدت جو اظهار هن ريت ڪيو اٿائين.

صاحب منهنجي پير پاڳاري، صاحب منهنجي سنڌ واري
جي بادشاهي بر حال يارو،
پڳ ٻڌائين وو پيڙهي ويٺو، وو پيڙهي ويٺو
دانهَہ، پيرَ، دُر، لال يارو،
روءِ زمين تي روشن ٿيڙو، وو روشن ٿيڙو،
مهدي شمس مثال يارو،
عرشين ڪُرشين پڙها گهمايا، وو هوڪا گهمايا
لڪياري لک پال، يارو
معلوم توکي وو مرشد سائين، وو پيرل سائين.
عبدالله جو احوال يارو.

عبدالله فقير جي پنهنجي مرشد سان بي پناهہ عقيدت ۽ محبت هئي، پير سائين بہ کين تمام گهڻو پيارو گهرندو هو. ڪڏهن ڪڏهن فقير صاحب مرشد جي خدمت ۾ ساڻن سفر ۾ ساڻ هوندو هو، پير

ڳوٺ واري بياض ۾ فارسي ۾ هڪ واقعو لکيل آهي، هتي ان جو ترجمو ڏنو وڃي ٿو.

هڪ دفعو حضرت پير صاحب ڪوهستان جي سفر تي هئا، پهاڙن جي رستي ۾ حضرت پير صاحب ۽ ٻي جماعت اڳتي نڪري وئي، انهيءَ موقعي تي انهيءَ وچوڙي ۽ ڏک ۾ هيءَ ڪافي چئي هئائين:

مَنو مِٺي پنهنجي هوت ڪيئن ڳهران، توڙي روهين مران،
توبهہ مَنو مِٺي پنهنجي هوت ڪيئن ڳهران، توڙي چنگين چڙهان.
سڪ پنهنجي وو آهر سرتيون وو ميان،
قدم ڪٺان اڳتي ڪو تہ،
**عبدالله** سانگو وو سِر جو وو ميان،
آهي اُٺاوڻ تو تہ

حافظ عبدالله توڙي جو سچل سائين جو استاد هو، پر جيئن تہ سچل سرمست درازا جي فاروقي خاندان جو هڪ صوفي بزرگ هو، تنهن ڪري هُو ڪين تمام گهڻو پيارو ڳهرندو هو. عبدالله قريشي نہ فقط پنهنجي دور جو وڏو عالم هو، پر سنڌي، سرائڪي زبان جو وڏو شاعر پڻ هو. سندس ڪن ڪافين ۾ سچل سرمست سان پيار ۽ محبت جو اظهار نظر اچي ٿو. هتي هڪ مثال پيش ڪجي ٿو.

ساري رات سڄڻ سيتي رنگ رچايوسي،
عشقؤن **عبدالله** يار سچو تان،
محبت دا مچ مچايوسي.

عبدالله نالي هڪ شاعر جي ڪافي جو ٽلهہ ۽ آخري شعر پيش ڪجي ٿو: جنهن ۾ هن سچل سائين سان پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪيو آهي. ٿي سگهي ٿو تہ اهو عبدالله ڪاتيار هجي.

توڙي ڄاڻي يار نہ ڄاڻي،

اسان دست تُساڏي وڪاڻي،

**عبدالله** ڀي آيا آڀي - سُڻ ڪي نيوُن نيابي،

سچو سائين مانَ سجاڻي.

دراصل سنڌ جي ڪن شاعرن سرائڪي جي هڪ لوڪ گيت "الله چاڻي، يار نہ چاڻي، ميڏا ڍول جوانيان ماڻي" کان متاثر ٿي ان ئي قافيي رديف ۾ ڪافيون چيون. عبدالله جي ڪافي جو مثال اڳ ۾ اچي چڪو آهي، هينئر سچل سائين جي هڪ ڪافي مان نموني طور هڪ ٻہ شعر پيش ڪجن ٿا:

حُج ڦٽي ڪير هاڻي، ماريس تنهنجي ماڻي،
الله چاڻي.

سچل سائين جي طالب گهرام فقير جتوئي ان ساڳئي رنگ ۾ هڪ ڪافي چئي، انجو ٿلهہ هن ريت آهي:

يار سڄڻ تيڏي ماڻي، ٻهون ميڏي من ڀاڻي
الله چاڻي

سچل سرمست لائبرري خيرپور ڪي استاد حامي مرحوم هڪ قديم ڪافين جو بياض ڏنو هو. ان ۾ هڪ ڪافي حافظ عبدالله جي نالي ڏنل آهي، جنهن ۾ سچل سائين سان عقيدت ۽ محبت جو اظهار نظر اچي ٿو. ان ڪافيءَ جو ٿلهہ ۽ آخري شعر ڏجي ٿو.

هُڻ جو ديواني ٿيان،

سچو يار دي خاطر سيان.

عشقئون عبدالله ۾ آهين، رُوان مٺن سنجهہ صُباحين،
نيٺي وهاڪي نيان، سچو يار دي خاطر سيان.

انهيءَ ڪافي کان متاثر ٿي سچل سائين جي مريد قربان فقير ان جي ڀران هڪ ڪافي چئي. نموني طور ان جا ڪجهہ شعر ڏنا وڃن ٿا.

شاهه حسن سلطان، ويک ديواني مئن ٿيان،
شمع حسن دا ويک تجلي، عقل و علم غلطان،
هوش ڪنون مئن ڳيان، ويک ديواني ٿيان.
جان جسم وچ برهه جو وڙيا، پڇي ڪيها ارمان،
در سهڻي دي مئن پيان، ويک ديواني ٿيان،
طرفون حسن دي عشق جو آيا، ڄُمر چايا قربان،
مست و مست مئن ٿيان، ويک ديواني ٿيان. *

ڪاتيار جو ڪلام ڪيترن ئي بياضن ۾ موجود آهي. اتر، وچولي ۽ لاڙ ۾ سندس ڪافيون مشهور هيون. ٺل ضلع جيڪب آباد ۾ قاضي قادربخش واري بياض ۾ سندس ڪجهه ڪافيون موجود آهن، درازن واري بياض ۾ سندس ڪلام موجود آهي. پير ڳوٺ جي رهاڪو فقير غلام حيدر موچي واري بياض ۾ سندس ڪلام ڏٺل آهي. ان کان علاوه ڪِپري کان مليل فقير علي بخش راهڙ جي بياض ۾ سندس سؤ کان وڌيڪ ڪافيون موجود آهن. سنڌي ادبي بورڊ جي ڪتب خاني ۾ ڪافين جا ٻه بياض محفوظ آهن. ٻنهن ۾ فقير عبدالله ڪاتيار جو ڪلام موجود آهي. جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته سندس ڪلام سڄي سنڌ ۾ مشهور هو ۽ صوفي فقير سندس ڪلام ڳائيندا هئا.

آخر ۾ ايترو عرض ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو ته حقيقت هيءَ آهي ته درويشي ۽ فقيريءَ وارو فيض فقير عبدالله کي پنهنجي مرشد سڳوري وٽان مليو، باقي سندس شاعريءَ ۾ جوش جذبو، خودي ۽ رندي سچل سرمست جي صحبتن ذريعي پيدا ٿي. پير ڳوٺ ۾ اهڙو ادبي ماحول ڪونه هو، جهڙو درازا ۾ هو. پير صاحب محمد راشد روضي ڌڻي (متوفي ١٢٢٣هه) تمام ٿورا کي مولود چيا. سائين صبغة الله شاه رمتوفي ١٢٤٦هه) پنهنجي دور جو وڏو عالم هو. پير حسام الدين

بياض: مير حسين علي: ص - ٥٠ مملوڪ مير حيدر علي، ٽالپر ڪتب خانو، حيدرآباد سنڌ.

راشدي سندن متعلق لکيو آهي تہ ”شعر ۽ شاعريءَ ۾ ڪوبہ مڪمل ديوان ڪونہ ڇڏيائين. البتہ سندن ملفوظات تان چند اشعار اسان کي هٿ آيا آهن. (١).

ان دور ۾ فقط پير علي گوهر شاھ اصغر (١٢٣١ - ١٢٦٣هہ) هڪ عاشق صادق ۽ وڏو شاعر هو. عبدالله فقير پوڙهو ٿي چڪو هو. پر پير سائين علي گوهر شاھہ اصغر جن اڃان ننڍي ڄمار ۾ هئا. هوڏانهن درازا جي ادبي ماحول تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿيندو تہ اتي ڪيترائي ڪافي جا وڏا شاعر موجود هئا جهڙوڪ، حضرت سچل سرمست (وفات ١٢٤٢هہ) حافظ عبدالله قريشي (وفات ١٢٢٣هہ) آخوند محمد حيات حاتم (وفات ١٢٥٥هہ) آخوند گل محمد وفات (١٢٦٨هہ)، آخوند محمد نشان، نانڪ يوسف (وفات ١٢٦٩هہ) ان کان علاوه سچل سائين جا طالب اچي خدمت ۾ حاضر ٿيندا هئا جهڙوڪ: گهرام فقير جتوئي، سيد خير شاھ رتيديري وارو، شير خان ڀنڀرو، محمد صلاح دونهين وارو وغيره.

پير ڳوٺ ۾ ساز سرود تي پابندي هوندي هئي. فقير عبدالله موسيقي جو شائق هو. اهو شوق بہ ڪين غالباً سچل سرمست جي صحبت سبب نصيب ٿيو. درازا ۾ روزانو راڳ ويراڳ ٿيندو رهندو هو. اهوئي سبب آهي جو فقير عبدالله درازا ويندو رهندو هو ۽ هُو اتان جي ادبي ماحول کان متاثر ٿيو. خاص طور سچل سرمست جي شاعري سندس ڪلام کي بلند مقام تي پهچايو.

ڪراچي

تاريخ ٣ - جنوري ١٩٩٨ع **نواز علي شوق**

---

(١) ڳالهيون ڳوٺ وٺن جون - ص ٦٠٣ انجمن تاريخ سنڌ ڪراچي - ١٩٨١ع.

## بــيــت (١)

”لا“ جا لائي لنگ، موٽي ڪيئون نہ مسحو،
آڏوتين **عبدالله** چئي، دل تي پيتا ڏُنگ،
ڪوٺر نہ آيا ڪاپڙي، گر سان گڏيا جُنگ،
سُنگئون چٽا سُنگ، ڪي جو سَريُنِ ڪاتيار چئي.

(٢)

ڪي جو سرين ڪاتيار چئي، ڏسيو هن ڏاهي،
ڪڇن پڇن ڪين ڪي هِتي هُتي چاهي،
هڪ الڪ آهي، آڏوتين **عبدالله** چئي.

(٣)

قريين ڪمان، ڌاڙي خاطر ڌاري،
زهان چاڙهي زور مان، غازي ري گمان،
ان سر بتيون برهہ جون، ان سر ڦهري ڪان،
اڏرندي **عبدالله** چئي، ان جا نيڻ چٽن نيشان،
طرحين طرحين تان، گهايو گهمن گهور سان.

(٤)

اچي نہ آرام، دلبر بنان هن ديس ۾،
پاتو آءِ پريت جو، دلبر دم دم دام،
عشق جو **عبدالله** چئي، پرين جال پياريو جام
توکي ساه سلام، ديدن سان ديکي ڪيو.

(٥)

ڪانگل ڪڪ ڪياس، فنا فڪر فراق ۾،
لايموت فيها ولا يحيٰ، مهڙا حال ٿياس،
مونجهاري مارياس، انهيءَ جي **عبدالله** چئي.

(٦)

محبت جن جي من ۾، سي مورئون ڪين مرن،
سانڍيو رکن ساھہ سان، جي مٺئون ياد ڪن،
ڪوڙيون ساقي ڪيترا، ساريو سوراتن،
تنين لڌو تن، جنين پاٺهي ڳوليو پاڻ ۾.

(٧)

لوھہ پارس لاءِ ٿي، طلب اتي ٿي تم،
طالب پروجهي توحيد کي، فند نہ ڇاٽي فهم،
لم يلد ولم يولد، ڇايو نہ ڪنهنجو ڇم،
اتي بي **عبدالله** چئي، ريءَ ڪرم نہ اچڻ ڪنهنجو ڪم.
ڪنهن ڪنهن سان ڪرم، ٿئي هٿئون مرشد معنوي.

(٨)

ڪهيو ڪانگل ڪلهہ، اڇي اڇانڪ آڪيو،
راحت وارو روح ٿيو، منهنجو تنهن مهل،
اٿي ويا **عبدالله** چئي، مڙئي مِثل،
دليئون خام خلل، دعوئي وارا دور ٿيا.

(٩)

ڪي جو ڪانگل ڪالهہ، اڇي اڇانڪ آڪيو آڪيو،
وڪوڙيو ويل تنهين، هينئڙو انهيءَ حال،
عجبين **عبدالله** چئي، مون سين بيخد ڪيا ڀال،
دليئون قيل مقال، دعوئي وارا دور ٿيا.

(١٠)

ڏسن ڪنهن ڏاهي، ٻولي ٻولن ڪانہ ڪا،
ڪنهن کي خبر ڪهڙي، تہ هِت هُتي ڇاهي،
هڪ الک ئي آهي، آڏوتين **عبدالله** چئي.

(١١)

جن كي ڏئين جيءُ، كهڙو رسڻ تنين سان،
كي كاتي كر قطرا، ساهہ ستاٽو ٿيءُ،
ادب ۾ ٿي بيهہ، جڏهن نالو ٻُڌءِ نينهن جو.

(١٢)

سكندي تان نہ سري، تو كيئن سري سپرين،
انهيءَ غم گوليءَ تاهنجي، ڳولي لهي نہ ڳري،
اوهان ريءَ عبدالله چئي، ويندي سڪ محب مري،
منهنجي نانءِ وري، كنهن كي كندين سڏڙا.

(١٣)

نيكيون نيكن كارڻ، بديون بد وارن،
كن جون نيكيون بديءَ بدلو، ٿيون مثل بد وارن،
كن جون بديون نيكيءَ كان ڀليون، پرور پيارن
يُبَدِّلُ الله سيآتهم حسنات، پُرجهہ انهيءَ اشارن،
چيءَ مون چارن، آءٌ ناهيان عبدالله چئي.

(١٤)

كنهنجو كرهڻ بي كارون، جهڙو كنهن جو كارون ٿو كرهي،
وٺي محبت مون معلوم ٿيو، ڏس وائي كي وَرهي،
كونہ چوندو كڏهين منهن سَرهي، لاءِ جيءُ عبدالله چئي.

# سنڌي ڪافيون

## ڪافي

جوڳين هئي ڪل ڪا جا، ڪيائون رمز صحي سنڌي رام ريجهائڻ
سامين هئي سڌ سا جا، ڪيائون نبض صحي سنڌي ناٿ نمائڻ

١- من له المولىٰ فله الڪل،
ٿيا ڏوڙا تنهين جا ڏاجا.

٢- ويئا پڙهن وفي انفسڪم.
طرف ڇڏيائون طمعا جا.

٣- ڀهون ڀنهي جهانن ڪئون ميان
وتن آديسي آجا.

٤- پايو منهن مونن ۾ ميان،
ويئا فڪر ڪن فنا جا.

٥- گر وٿان تن گودڙين ميان،
سبق پڙهيا الاالله جا.

٦- عبدالله عاشق عجيب اهي ڏس،
سامي سليم سڀاجها.

---

بياض: علي بخش راڄڙ
بياض: پرچونڊي شريف
بياض: فقير غلام حيدر موچي

# كافي

رند رندن کئون ني وي ميان، ﭘڌو اوهي يارو ني وي ميان.
ٿياسي مطلب وارا.
١- لهر لنهنواري وي ميان، هر ڪوئي ترندا وي،
عاشق ترن اوﭘارا.
٢- عاشق کلندي وي ميان، کل کلائي وي،
شمس ﭘريا نا شوڪارا.
٣- عاشق ﭘڙ ﮂ وي ميان، ٿين ﭘڌرا وي،
جاتي ڪَنهن سندا کيڏ ڪارا.
٤- عاشق عبدالله وي ميان، چم محرابي وي،
ﭘرين سندي ﭘيزارا.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

اهي پرين اٿي پرتا، تن واڍوڙين، ٻي واه نہ ڪائي.

١- مال مڏيون جند جان گھوريائون،

هٿ ڪنيائون سر زر تا.

اهي پرين اٿي پرتا.

٢- ٻئي جهان ڇليا ٻن ڏيئي،

سڄڻ تو ري نہ سرتا.

اهي پرين اٿي پرتا.

٣- نيڻن جا ور واجهہ ڪري،

تو جي واڍوڙيل ورتا.

اهي پرين اٿي پرتا.

٤- عبدالله چوي پاٽئون پيرن،

خودبينيءَ سان پرتا.

اهي پرين اٿي پرتا.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

بياض: علي بخش راڄڙ

# كافي

لنئو كانگل كـڏهن ايندا،
جوڳيڙا ميان.

١- مرليون سرليون ني وو ميان، ساز ستاران،
وري اگڻ تي وڄائيندا.

٢- هادي مهدي ني وو ميان، راهه حقيقي وو،
ڏڏن ڏسڙو ڏياريندا.

٣- رخ لاهوت ني وو ميان، لال لنگوٽيا وو،
ساهه اندر سيبائيندا.

۴- عبدالله کي ني وو ميان، عشق الانبا وو،
مچ ملنگ مچائيندا.

# ڪافي

منهنجا شال سلامت ايندا،
جن لئي ويٺي ڪانگ اڏاريان.
١- پنهنجي سانگي پڪا مون پاڙي،
اوري عجيب اڏيندا.
منهنجا شال سلامت ايندا.
٢- جانب آيو جوءِ ۾ جيڏيون،
سختيون سور لڏيندا.
منهنجا شال سلامت ايندا.
٣- عبدالله ڪان منهنڙو مبارڪ،
محب نہ مور مٺيندا.
منهنجا شال سلامت ايندا.

بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

يار پرديسيءَ سان ڪيئن منهنجا نيڻ لڳا،
١- ساهي ساهي ساهہ منهنجي ڪي
ڀڏئون سڪ وارا سڳا.
پرديسيءَ سان نيڻ لڳا.
٢- راتيان ڏينهنان روح منهنجي ۾،
آهي تار تنين جي تڳا.
پرديسيءَ سان نيڻ لڳا.
٣- غلم غاليچا طول وهاڻا،
ٻن وجهان ويس وڳا.
پرديسيءَ سان نيڻ لڳا.
۴- عشق اوهان جي ميان لا،
عبدالله جا پول پڳا.
پرديسيءَ سان نيڻ لڳا.

# كافي

ناز مٺا نيڻن جا، ڪنهن ڪئون سڪئين ڪهہ مون پرين.

١- نيڻ مٺا ناز پريا ميان وو، سيباٽر سيڻن جا،
ڪنهن ڪئون سڪئين ڪهہ مون پرين.

٢- سخن جياپو جيءَ جو ميان وو، محب تنهنجي ميٺن جا،
ڪنهن ڪئون سڪئين ڪهہ مون پرين.

٣-ڪيئي قيد ڪنگال ميان وو، ونگ وجهي ويٺن جا،
ڪنهن ڪئون سڪئين ڪهہ مون پرين.

٤- عبدالله ڪي موهيو اکڙين ميان وو، ڪل نہ هئي ڪيٺن جا،
ڪنهن ڪئون سڪئين ڪهہ مون پرين.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

بياض: پرچونڊي شريف

# كافي

سمندر وانگر ساهه منهنجو،
جالي جوشن منجهه ڏينهن رات.

١- آتش آسڻ، آتش اوچڻ،
آتش هٿين پيرين، منهن سر وات.

٢- آتش عشق اليلان ڪيڙيون،
ڇيري ڇپيون لايون پاتون پات.

٣- سرڪش عشق جي آتش يڪسان،
شامل سيتي ذات صفات.

۴- عشق آڙهه عبدالله خليلي،
ٻجهائڻ واري ٻولي ٻول مَ بات.

قافيون جلد پهريون، ڊاڪٽر بلوچ، ڪلام ٢١٦، ص ١٣٣

# ڪافي

مَنو مِٺي پنهنجي هوت، ڪيئن گهران، توڙي روهين مران،
توبهہ مَنو مِٺي هوت، ڪيئن گهران، توڙي چنگين چڙهان.
١- ويهان ڪيئن وو ڀنڀور ۾ وو ميان،
ور ري ڳڻيو ڪيان ڳوت.
٢- سڪ پنهنجي وو آهر سرتيون وو ميان،
قدم ڪٺان اڳي ڪوتہ.
٣- مر پائي وو جنڊڙي ڪان جتن وو ميان،
پب وٺن ۾ پوت.
٤- عبدالله سانگو وو سر جو وو ميان.
آهي اٺاوڻ توتہ.

# كافي

سيڻن جا چٽ چاٽ، لوهہ لڳن تا،
هنيڙي منجهہ هزارين، الو الو.

۱

ڏير ڏسيو منهنجو ڏيل ڏکي تو،
هوتن مهڙي تير تکي کو،
کٿي جان اندر جهٽ جهاٽ.

۲

پنهل جي پاتم جيءَ ۾ جڙي،
ڪانہ سڃاتم چوري چڙهي،
ويا چانگن تي چٽ چاٽ.

۳

عبدالله کي راهہ ۾ رسج تون،
پاٽهي پيارا پاڻ پسج تون،
اچي وي هٿ واٽ.

بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

هيءَ نماڻي نيٺ، وري پنهنجي وطن ورندي،
پنهنجي وطن ورندي، سائينءَ ري نا سرندي.
١- ٽر ڄاڻن جي سومرا ميان،
آيس مهڻي هيٺ.
٢- جهوري جهانگيڙن جي ميان،
جيئن ڪتي، تيئن ڄيٺ.
٣- منهنجي ماروءَ ڄام سان ميان،
ڪڏهن ٿيندي ڏيٺ.
٤- ان ري عبدالله چئي ميان،
کهڙي مارن ميٺ.

# ڪافي

صورت سانگ سجاڻج، پلو ير، صورت بيک بڻائج،
ايهو اٿئي سر اونهون اسرار انهيءَ جو.
۱- صورت توسان جا هڪ هئي، تنهن سوا پيو پول سيوئي،
ات يقينو آڻج، ايهو اٿي سر اونهون اسرار انهيءَ جو.
۲- صورت جو جي لباس لکين تون، تان ڏسين حق ظاهر اکين تون،
سچ سخن ايءُ ڄاڻج، ايهو اٿئي سر اونهون اسرار انهيءَ جو.
۳- صورت بيک ۾ آئين سيلاني، آئي تو مون ڪئي قرباني،
ٻئي طرف نہ تاڻج، اٿي سر اونهون اسرار انهيءَ جو.
۴- در لباسن سر لباس هي، خانن ۾ اٿي خانو خاص هي،
ايڏاهون م اُڪاڻج، ايهو اٿي سر اونهون اسرار انهيءَ جو.
۵- پرتئون پير پرجهي نا پاتئي تان صحيو حق ڪين سڃاتئي،
ويٺو آپ ويڪاڻج، ايهو اٿي سر اونهون اسرار انهيءَ جو.
۶- **عبدالله** صورت جو نانءُ ٿي، سارو وحدت وارو گانءُ ٿي،
بحرين موجان ماڻج، ايهو اٿي سر اونهون اسرار انهيءَ جو.

---

پنجون بند فقط علي بخش واري بياض ۾ موجود آهي.
بياض: علي بخش راڄڙ
بياض: جهان البحر

# ڪافي

پورهيت سان پرين پارج، پلو يَرَ،
ڪيئي قول ڪوهيارا جي پاهنجا،
ٻڌئي ٻول ٻاروچا جي پاهنجا.
١- جودئون اچڻ جا قول ڪيئي جي،
اوهي دليئون نہ اتارج، پلو يَر
پورهيت سان پرين پارج.
٢- پاٺهون پورهيت پانهنجي ميان،
ويل ڪنهين نہ وسارج، پلو يَر
پورهيت سان پرين پارج.
٣- ڏکيا سکيا ڏينهڙا ميان،
گوليءَ گڏ گذارج، پلو يَر
پورهيت سان پرين پارج.
٤- عبدالله چئي اچ الله لڳ،
ڏکيءَ منهن ڏيکارج، پلو يَر
پورهيت سان پرين پارج.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: علي بخش راڄڙ
بياض: فقير غلام حيدر موچي

# كافي

رمزن واري سهڻي رند، سالڪ رميا سمجهه سان پورا.
عاشق رميا عشق سان.

۱- رند انهيءَ تي يارو رمزن واري
چندين باھڙيا چند.

۲- رند انهيءَ سان يارو عاشق رميا،
آهي ٻين لئي سا ٻند.

۳- ناز انهيءَ سهڻي نازن واري،
دلبر ويا دلبند.

۴- دو جڳ ڏٺي، عبدالله اتايو،
آيس عشق پسند.

---

بياض: علي بخش راڄڙ
بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# كافي

رمزن جي سهڻي راند، عاشقن آهي عيان جيوين،
رمزن جي رندي راند برهه سائن ڪئي بيان جيوين.
۱- راند رندن جي ڪا راندين جيهي وو ميان،
پوتي نه ڪنهن جي پاند.
۲- ديدان ديدن سان جوڙيون جن جهدئون،
تن کي ويکڻ ڪئون نا واند.
۳- ڏسڻ ڏنڙو جن ڏسڻ سان وو ميان،
پسڻ تنهي جي پلاند.
۴- عاشقن لاءِ عشق حسن جي ميان،
آهي اصل هيڪاند
۵- عشق عاشق عبدالله حسن هيلي،
ٿيئي هڪ هيڪاند.

---

بياض: علي بخش راڄڙ
بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

مان بيداد، مان بيداد.

۱- نہ مان مرده، نہ مان زنده،
نہ غمگين نہ شاد.

۲- نہ مان صالح، نہ مان هود،
نہ ثمود نہ عاد.

۳- نہ مان مجنون، نہ مان ليليٰ،
نہ شيرين نہ فرهاد.

۴- عبدالله خبر اها ناهي،
ڪير بشر بنياد.

بياض: علي بخش راڄڙ
بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

ساري لوڪ ٻڌي آئون آهيان، وو دلدار يار تنهنجي،

١- ساري لوڪ ٻڌي سڄي آهيان، توڏنهن آس اميد نہ لاهيان،
تنهنجو اجهو وٺيو ويٺي آهيان، وو سنيار يار تنهنجي

٢- تو لئي عاشق وتن اداسي، ٻهون آهن پي پياسي،
اٿن خواهش ملڻ جي خاصي، وو مختيار يار تنهنجي.

٣- هو اچانڪ گڏيم اولي، تنهن پڳڙم بيشڪ پولي،
توکي لعل لڌم ڳر ڳولي، وو نروار يار تنهنجي.

٤- تون تہ احدئون عبد سڏائين، توکي ڪير ڏسي هن ڏائين،
**عبدالله** حجاب اڏائين، وو اظهار يار تنهنجي.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: علي بخش راڄڙ

# كافي

ڏسان جاڏي تاڏي سهڻو يار ميان،
اچي نظر نہ ٻاجهئون يار جي.
١- بيٺو آهي صورت وچ ۾.
سهڻو سڀ ڪنهن پار ميان
٢- ري شرڪ جي ڪين ڪي ايندو،
نظر نهاني اسرار ميان. *.
٣- آدم ٻاجهئون ڪير ڪٿي،
برهن وارو بار ميان.
۴- ديدن دريون کوليون،
چوطرف چوڏار ميان.
۵- اسان پرين عبدالله چوي،
ناهي وٿي هڪ وار ميان.

---

قافيون جلد پهريون، ڊاڪٽر بلوچ، ڪلام ٢٢٠، ص ١٣۵
بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

منهنجي يار اچڻ جي قاصد قربئون ڪا وائي ڪر.
آئي مند ميلاپ جي، تون جودي خبر ڪا جائي ڪر.

١- توکي آهي جا آنديءَ خبر ڪا، اها سڌ سيائي ڪر.
هن دردونديءَ جي دل کي، ڪي تہ خوشيءَ جي وائي ڪر.

٣- گفتار ڪا گل حسن جي، لاکيٽي نہ لڪائي ڪر.
آئي اوڏاهون ڳالهہ ڪا جا سا سڀ پر سڻائي ڪر.

٤- بيحد بسنت والڙي رت، شوقئون ڳائيون ڳائي ڪر،
**عبدالله** چوي عشق جي وائي، ثابت دل سڻائي ڪر.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# كافي

مرشدَ اسان جي مختيار، لکين مبارڪان،
سونهن پرئي سردار، ڪوڙين مبارڪان.
١- سونا سنج سونهن سر گهوڙي،
سي جا سونهن سوار.
٢- پرٽي رات منهن مگڻ کي،
ڏاڻ ڏنا ڏاتار.
٣- سونهن موڙ سروپا سوني،
پير پرين پاڳار.
٤- عبدالله چوي اميدان اسان جون،
پوريون ڪيون پروار.

بياض علي بخش راڄپر
پروار= پرور

# ڪافي

هنيڙي وطن جي اڪير، لو ساهہ سائيهہ جي اڪيرلو،
آهيان مارن ري گهٽو هت ماندي ماندي.
١- مارن ڌاران هت ڏيهہ پرائي، ڪير ڏيندم دلڏير لو،
آهيان مارن ري گهٽو هت ماندي ماندي.
٢- جف القلم بماَ هو ڪائن، توڙئون جا هئي تقدير لو،
آهيان مارن ري گهٽو هت ماندي ماندي.
٣- ڇاتم ٿي نہ جهانگين ڪون، تنهن ماريس تدبير لو،
آهيان مارن ري گهٽو هت ماندي ماندي.
٤- لاڪيٽي لوئي لال لڳن تي، ڪوهہ ڪريان پٽ چيرلو،
آهيان مارن ري گهٽو هت ماندي ماندي.
٥- ڪيهي ايرادي **عبدالله** چوي، آٽي جو ڪيس اسيرلو،
آهيان مارن ري گهٽو هت ماندي ماندي.

---

بياض: علي بخش راهپر

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

سندا سگين ساز، مونکي موهي، جوڳي ڪنهن جُوءِ ويا،
يار مونکي موهي، جوڳي ڪنهن جُوءِ ويا.

١- هيري دل هٽي ويا وو،
ساڻ نسوري ناز
مونکي موهي، جوڳي ڪنهن جُوءِ ويا،

٢- سُيمِ سنياسن جون وو،
آلاپون آواز
مونکي موهي، جوڳي ڪنهن جُوءِ ويا،

٣- سٽي ساهَ سکهو ٽيو وو،
رمز سندن جا راز
مونکي موهي، جوڳي ڪنهن جُوءِ ويا،

٤- آيا عبدالله چئي وو،
اُوهي نانگا دل نواز
مونکي موهي، جوڳي ڪنهن جُوءِ ويا،

---

بياض: جهان البحر

بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

ڪيها ڏاڍن تي ڏک، ڙي اديون، لکيو پنهنجو ٿي لوڙيان.

١- ڪش نہ اچن ڪانڌ ري ميان،
سرتيون ساٿيهہ جا سک ڙي اديون.
لکيو پنهنجو ٿي لوڙيان.

٢- ڏئي ويہ پنهنجي وو پسڻ جي ميان،
بڇي اکين ڪي بک ڙي اديون.
لکيو پنهنجو ٿي لوڙيان.

٣- ڏئي ڏولاوا وو ڏکن جا ميان،
تک ڏيکاري تک ڙي اديون.
لکيو پنهنجو ٿي لوڙيان.

٤- عبدالله آکي ني وو، ان جي ميان،
جيئڙي منهنجي جک ڙي اديون.
لکيو پنهنجو ٿي لوڙيان.

---

بياض: علي بخش راڄڙ

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# كافي

خوني نين دل نسنگ وي ميان، ويو نازن ساڻ نهوڙي.
١- ڪڍي ڪاڪل هٿن خنجر، ڪن ڪار ڪهڻ جي قاتل،
اٿن رخ ۾، شال جيوين، اٿن رخ ۾ اهو رنگ وي ميان
ڇڏيا ڄاڻي زلف ڇوڙي.
٢- ايهي ابرو روز اڱڪن، جيئن ترڪش دي تير ڇٽڪن،
جيوين چاڙهيو، شال جيوين، جيوين چاڙهيو فوج فرنگ وي ميان
اتي مشتاق منهن نہ موڙي.
٣- محبوب ڪيو من مستانو، جنهنجو تهہ دل سنم طعنو،
وجهي ويا ڀهڳڻ، شال جيوين، وجهي ويا ڀهڳڻ ڀنگ وي ميان،
ويڻو خيما خوب ڪوڙي.
٤- آڪي عبدالله رمز اوڪي، سا تہ سمجهڻ نانهن سوڪي،
ايندو نرمل، شال جيوين، ايندو نرمل وٺي ننگ وي ميان،
ويندڀون وايون سڀ ويچوڙي.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: جهان البحر

# ڪافي

تو لئي اڏايان ڪانگ وو، پلا پلا ڪانگ وي ميان،
ماري هان تنهنجڙي سانگ پلا پلا.
١- تون لوءِ منهنجي وو ميان، لَهہ اچي ويو ميان،
يار چڙهي سر چانگ پلا پلا.
٢- سگهڙو اِسان ڏي وو ميان، موٺ ڪوهيارل وي ميان،
واري سو ڪرهل لانگ پلا پلا.
٣- ائي پهر وو ميان هوت، اوهان ري وي ميان،
آهي سو هنڙي ڏانگ پلا پلا.
٤- عبدالله اوهان ري وو ميان، يار پيارا وي ميان،
آهي سو هت گهڻو اڙانگ پلا پلا.

# ڪافي

انگ لکيو هُمرِ* انگ ڙي، منهنجو پهرين ڏينهن پنهل سان.

١- جهڙي تهڙي وو آهيان هٿن جي ميان الا،
نيندا نباهي ننگ، انگ لکيو هم انگ ڙي،
منهنجو پهرن ڏينهن پنهل سان.

٢- ڪاڪيون چيٽڙن سان ميان الا،
لڳم نينهن نسنگ، انگ لکيو هم انگ ڙي،
منهنجو پهرين ڏينهن پنهل سان.

٣- هو جيڪي ڪرهل ڪيچين جا ميان الا،
هوند وجهان تن ونگ، انگ لکيو هم انگ ڙي،
منهنجو پهرين ڏينهن پنهل سان.

۴- اديون **عبدالله** سان ميان الا،
راس رچيائون ڪو رنگ، انگ لکيو هم انگ ڙي،
منهنجو پهرين ڏينهن پنهل سان

بياض: عطا محمد حامي

* هُمرِ = هيم

# ڪافي

لٽي نينن دل نسنگ، وو ميان! منهنجي نازن ساڻ نهوڙي.

١- ايهي ابرو روز اٽڪن، جيوين ترڪش دا تير ڇٽڪن،
چاڙهي فوج وت فرنگ، وو ميان! اتي مشتاق منهن نه موڙي.

٢- هٽن ڪيير ڪٽي ڪاڪل، ڪرن ڪار ڪهڻ جي قاتل،
اٽن رخ تي ايهو رنگ، وو ميان! ڇڏيا جانب زلف ڇوڙي.

٣- محبوب ڪيو من مستانو، جنهن جو تهدل سنر طعنو،
وجهي ڀهڳڻ وياسي ڀنگ، وو ميان! وينو خيما خوب کوڙي.

٤- آهي عبدالله رمز اوکي، سا نه سمجهڻ ناهي سوکي،
ايندو نرمل ڪٽندو ننگ، وو ميان! ويندوين وايون سڀ وڃوڙي.

# كافي

نماڻيءَ جو ننگ، وو، تو تي آهي شل تون جيوين.

١- لڳو آهي وو نہ لهي ميان لا،

آلا پاروچل جو پنگ.

٢- وٺيو ويٺي آهيان ميان لا،

آلا تنهنجو نام نسنگ.

٣- لک تون صاحب سبتو ميان لا،

آلا ابتو ميٺي انگ.

٤- نيئي نماڻيءَ نوازيو ميان لا،

آلا ڏيئي رويت جو رنگ

٥- مون تئون لاهج وو سپرين ميان لا،

آلا ظلماتيءَ وارو زنگ.

٦- دلڙي عبدالله جي ميان لا،

آلا وصل پنهنجي سان ونگ.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

صاحب منهنجي پير پاڳاري، صاحب منهنجي سنڌ واري،
بادشاهي بر حال يارو
١- پڳ ٻڌائين وو پيڙهي ويٺو، وو پيڙهي ويٺو،
دانهه پير دُر لال يارو.
٢- روءِ زمين تي وو روشن ٿيڙو، وو روشن ٿيڙو،
مهدي شمس مثال يارو.
٣- عرشين ڪرشين وو پڙها گهمايا، وو هوڪا گهمايا،
لکياري لک پال يارو.
۴- معلوم توکي وو مرشد سائين، وو پيرل سائين،
عبدالله جو احوال سارو.

بياض: علي بخش راڄڙ
بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

منهنجا ننگي ٻاروچا تنهنجا ٻول،
آءُ ڪا وساري وو ويهي رهان.
١- تو لئي ڏينديس ني وو، تون جيوين يار وي ميان،
سا ونڻ ونڻ هيٺ وڙول.
٢- پيرين پڌري ني وو، پدمن ۾ يار وي ميان،
تنهنجي چام لاکيٽي ڇول.
٣- پرين پارج ني وو، پنهنجا يار وي ميان،
ڪيڙا هئي جي مونسان قول.
٤- آهي عبدالله ڪي ني وو، نئين سج نت وي ميان،
تنهنجي ڳلي ڳلي ۾ ڳول.
منهنجا ننگي ٻاروچا تنهنجا ٻول،
آءُ ڪا وساري وو ويهي رهان.

# ڪافي

ڪاڪيون اڄ ڪانگل، ووء ووء، آندي خبر پريان جي اچڻ جي،
آندي سڏ سائين جي اچڻ جي.

١- ڪھڙي سانگي تون يار اسان ڪئون،
پاسي ٽيڙون پل ووء ووء.

٢- آندي ڪتابت پرين اچڻ جي،
ساري سڏ سانول ووء ووء.

٣- ڪي جو ڪانگ ڪھي اچي سڻايو،
دلداريون دل دل ووء ووء.

٤- سڀ پيرائتي ڪانگي آندي، *
قريباٽي ڪل ووء ووء.

٥- دلڙي عبدالله سنڌي اڄ،
ڪلي وانگي ڪنول ووء ووء.

* هي شعر بياض علي بخش ۾ وڌيڪ ڏنل آهي.
بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

تنهنجي جوت جمال، جيءَ کي جوڙي جادو ڪيڙو.
١ـ لکين هزارين حوران پريون،
چشمن چوري ڪيون سڀ چريون،
ڪئيون حسن ڪمال، ناز نهوڙي تن کي نيڙو.
٢ـ نيئي ڏاڙي سان دام وجهن دل،
هوت اچن هت موٽي مشڪل،
منهنجي چاهي مجال، ورهه وکوڙي وس آ ويڙو.
٣ـ لٿيو لاشڪ ”لا“ لساني،
زور زري ۾ بات زباني،
موهيو جيءَ کي مقال، ڪيئن منهن موڙي محڪم ٽيڙو.
٤ـ عبدالله عاشق پرتئي پارس،
واعدو وفائي جو ڪر ڪو وارث.
ٻڌ سائل جا سوال، ڇڏج م ڇوڙي پيوند پيڙو.

بياض: علي بخش راڄڙ

# كافي

رمز رندن جي جو رخ ڪاڏي، عشق عشاقن جو رخ ڪاڏي،
ايها مشڪل پرجهڻ مام.

١- رند ميخاني مست موالي، ٿين اچڻ سان آپ ڪنون خالي،
پيون جُنگ پُر ڪيون جام.

٢- رمز رندي رند چوٽ چلائن، اپني جا التيو پي سان لائن،
گويا تنهين جي ڪاڏنهن خام.

٣- ديدان رندي ويڪو ڪجهه ديڪن ٿيون، هر خاني خود آپ ويڪن ٿيون،
انهن اڪين منجهه درس جا دام.

٤- اڪين عشاقن جي ڪيون چاليون، بازن وانگي تن پرتئون پاليون،
ناهنِ هريون اتي قوت حرام.

٥- **عبدالله** اڪڙيون پر سان لايون، عشق خريد ڪري گهر آيون،
ساٿن حسن جا هل هاگام.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

بياض: درازا

بياض: فقير غلام حيدر موچي

بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

دوست بنان هڪ دم ووءِ ووءِ، نه ٿي جالي سگهان پرڏيهه ۾،
نه ٿي گهاري سگهان پينر ڙي.
۱- جوئي آهي ني وو سو ويٺي پاريان الا، لکيو لوح قلم ووءِ ووءِ،
نه ٿي گهاري سگهان پينر ڙي.
۲- جدائيءَ جي ني وو، مونکي ماريو الا، دوستن جي دل غم ووءِ ووءِ
نه ٿي گهاري سگهان پينر ڙي.
۳- اگڻ آسروندي جي ميان الا، قربئون ڏيج قدم ووءِ ووءِ،
نه ٿي گهاري سگهان پينر ڙي.
۴- دوست نه ٿي دم دور اسان کان، جاني ويهه تون جم ووءِ ووءِ،
نه ٿي گهاري سگهان پينر ڙي.
۵- **عبدالله** کي ٻاجهئون عجيين، کهڙو آهي فهم ووءِ ووءِ،
نه ٿي گهاري سگهان پينر ڙي.

---

بياض: علي بخش راڄڙ
بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

مانجهي اچي ميخان ۾، سورهيه سوين سر تا ڏين.
١- پنهنجو پڌر ڳجهه پاڻ ڪيو، آڳي اچي انسان ۾،
پانو ڪنهن پهه پور جي، جلندا وتن جولان ۾،
سي ڪيئن جڏا جڳ ۾ جين.
٢- صاحب لکين صفتون سندن، قادر ڪيون قرآن ۾،
ڪنڌ قتل ڪئون نا ڪڍن، فائق آيا فرمان ۾،
پر جام او پل پل پين.
٣- بيٺا سجڻ کي سامهون، محبت سندي ميدان ۾،
مجيئون شهادت شوق مئون عاشق آيا ايمان ۾،
پڙ ڪان نه تا پاسي ٿين.
٤- عبدالله ايها عبرت ڏسي، هر ڪو پيو حيران ۾،
مشتاق ٿيا محبوب جا، نينهن جي نيشان ۾،
حب ڪا اٿن اندر هنين.

# ڪافي

آيو مرسل مياڻين ۾، آيو مرسل ملاحن ۾،
وڳيون ڇيريون او ٿي ڇم ڇم.

١- پائي جٺيان نچيا ناچو، وڄائيون ساز سارنگي،
ڪيڏيون عشق جي بازي، رهن اتي راند رم رم.

٢- سمي آئي ٿيون شاديون، مهاڻن تہ ملاحن ۾،
ملي ميندي ڪلي خوشبو، لاتي حورن اتي دم دم.

٣- عبدالله جي گهر آيو عالي، ولايت فيض جو والي،
ورهائين نور جي نالي، پياريندو اتي زم زم.

# ڪافي

عشق ڪيس عريان، صبر سيوئي سڪ وڇايو.

١- خلق الله آدم اسمع،سمجهہ صوفي ڪل شيءِ يرجع،
صوفي آ سلطان.

٢- واما بنعمت قول ڪليمي، سانڍڻ سڪ جو صفت سليمي،
نعمت جو ڪفران.

٣- احمد حنبل عشق نہ ڄاتي، مالڪ شافع فرق ڏي تاڻي،
ڪيا ڄاڻي نعمان.

٤- ”ميم“ لٿي ڇڏ ”احمد“ ڇاهي، سڪ وارا ويا اوڏهن ڪاهي،
قرب ڪيا قربان.

٥- عرب عين ري سمجهہ تہ ڇاهي، **عبدالله** ڇڏ عبد ڪي لاهي،
ترڪ سنت طغيان.

---

قافيون جلد پهريون، ص ١٣٥

بياض: جهان البحر

بياض: درازا،

بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

قيد ڪنگال ويٺي گهاريان، منجهه پرڏيهه،
ڏيهه ته منهنجو ماروان.

١- قيد قضا جي ڪوٽ ۾ ميان،
ويٺي سانگيڙا ساريان.

٢- آيم ڏينهن ڏکيا جيءَ جالڻ،
هڪ پرڏيهه ٻيو ڏاريان.

٣- ساڙيهه ٻاجهئون ساعت نه سک مون،
گهٽو گوندر تي گهاريان.

٤- پنهنجي منهن ماتام منهنجي دل،
روئي روئي هنجون هاريان.

٥- عبدالله چوي انگ جو لکيو هو،
سو تي پرڏيهه ۾ پاريان.

# ڪافي

راتو ڏينهان رمز انهيءَ ۾، نينهن ڪيو نيشان ڦرن.

١- حق دلاسي ديدار دوست جي،

دلبر تي ديدان ڦرن.

٢- پسي شعلو شاهه حسن جو،

حيرت منجهه حيران ڦرن.

٣- مثل يوسف عشق زليخا،

مصر بازار بيران ڦرن.

۴- ڪپي ڪنڌ ڪلهن ڪٺون ڪوري،

ڪامل تي قربان ڦرن.

۵- عبدالله عاشق اداسي اهڙا،

جان ڇڏي بيجان ڦرن.

راتيان ڏينهان رمز انهيءَ ۾،

نينهن ڪيو نيشان ڦرن.

# ڪافي

ڏوهہ ڏيان آءٌ پنهنجي ڏکين ڏينهن تي،
کهڙو سندم ڏوهہ ڏيرن تي،
١- چو ڇڏيان پنهنجي پنهل جو پيرو،
ڪاف مران مر ٿئي ڪانگيرو،
پاڻيءَ جي شل پيرن تي وو.
٢- آءٌ پنهل جي، ذات پرٿياڻي،
پورهيت ٿينديس پرينديس پاڻي،
خان پنهل جي ديرن تي وو.
٣- آري ڄام جي سڪ اندر ۾،
ووڙيان ووڙي ٿينديس ور ۾،
نسنگ نهاريان نت سيرن تي وو.
٤- عبدالله چئي هي جڳ هو جڳ،
پئي جهان ڇڏي لڙهہ لالن لڳ،
دل جي پرنه دليرن تي وو.

# ڪافي

منهنجي الغرضي سان اڙي اڙي، دل ديواني ڪئي درسن.
١- جيئن وتي بيراڳڻ بلبل، آ گفتو ان جو گل گل،
تيو هادي جي حسن جو هل هل، فوج چوڏاري چڙهي چڙهي،
لٿي دل روبرو رانجهن.
٢- ڏنس جذين يار ڏيڪاري، بيوس ٿي تنهن وير ويچاري،
اٿس سهٽي رمز سيڪاري، سڪ انهيءَ ۾ سڙي سڙي،
جهلي گهاؤ اندر گلشن.
٣- نين نينن جي ناز نظاري، هر ويل سڄڻ پئي ساري،
وجهي دل کي دام ڏتاري، جانب ڪا جڙ جڙي جڙي،
موهي ماڻ پرئي موهن.
٤- عبدالله عشق عجيب جو اهڙو، ڪريان بيان تنهنجو ڪهڙو،
جذبي جوش جاڳايم جهڙو، گهاريان هت نا گهڙي گهڙي،
لڳو تير توڙئون منجهہ تن.

---

بياض: علي بخش
بياض: درازا
فقير محمد صلاح جي درگاهہ تان منتشر ڪاغذن مان مليل هڪ ڪافي
بياض: فقير غلام حيدر موچي

# كافي

مونکي مارن ميڙئين عمر ڄام ميان! مونکي مارن ميڙئين الو ٻلو،
سانگين ميڙئين الو ٻلو.

١- منهنجي پارئون سومرا ميان،
جهانگين سان نہ جهيڙئين ميان.

٢- اڃي تہ عمر ڪوٽ ۾ الا،
ڪيئن وساريان ويڙهئين ميان.

٣- سانگين ٻاجهئون شهر هي لا،
آءُ ٿي پانيان پيڙئين ميان.

۴- ان ميڙئين عبدالله چوي،
آهيان جنهنجي ڪيڙئين ميان.
مون کي مارن ميڙئين عمر ڄام ميان.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

منهنجي درد فراق جون دانهون وو، وڃي چئج پنهل کي پانڌي،
سڄڻ کي ساٿي، الهه لڳ اوٺي.
١- هيڏي جدائي يار جيئين تون، محب سڻي ٿي مانهون وو،
ڪج هادي لڳ هيڪاندي.
٢- گهوريو وڇوڙو ٻن پيو مي هي، ڪرم لکيو ڪاڏانهون وو،
ڪڏهن ٿينديس ورهه ڪئون واندي.
٣- ٻاجهئون اوهان هت ڪنهن سان اوريان، ڳجهه اندر جون ڳاهون ڙو،
هت ڪيهي ارادي آندي.
٤- عبدالله سنديون وڃي آکج، ڪول عجيبن آهون وو،
آهيان منهن ڏسڻ لئه ماندي.
منهنجي درد فراق جون دانهون وو، وڃي چئج پنهل کي پانڌي.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: علي بخش راڄڙ
بياض: فقير غلام حيدر موچي

# كافي

اکيون عجيين سان اڙيون،
منهنجون روز ميثاقي.
١- جهليون پليون ڪين رهن ٿيون،
وجي سوليءَ چڙهيون.
اکيون عجيين سان اڙيون
٢- اکڙيون منهنجون طرف تنهنجي،
تڪن روئن ڪڙيون.
اکيون عجيين سان اڙيون
٣- **عبدالله** آکي ايئن جو ٿيڙو
وجي امالڪ اڙيون.
اکيون عجيين سان اڙيون،

بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

چاليون نراليون، تنهنجون پيارا،
تنهنجون پاڳارا.
١- ساڻ چنيڻ جي چتيون پلو لا،
ديدان دوناليون، تنهنجون پاڳارا.
٢- تنهنجون آهن توسان پلو لا،
مٺيون جي ڳالهيون، تنهنجون پاڳارا.
٣- ٽپي هن پر پيڙيون پلو لا،
ڪيفي ڪماليون، تنهنجون پاڳارا.
٤- روز ازل ڪٺون عبدالله کي پلو لا،
ڏنيون درد ڏماليون، تنهنجون پاڳارا.

بياض: علي بخش راڄڙ

# كافي

منهنجا لاهوتي ويا لا مڪان، سور پرين جا سٽڪن ٿا.
١- لاهوتي لنئو لائي هليا، جيءَ ۾ جوش جاڳائي هليا،
محبت مچ مچائي هليا، جٽيون ٻڌيون آهن جڙيا جوان،
عشق اري منهنجهہ اٽڪن ٿا.
٢- سڱيون سهيليون ڇوڙي هليا، ڏئي ترڪ طمع کي توڙي هليا،
محبت ۾ منهن ڪوڙي هليا، ڪشيو هٽن ٿا قرب جا ڪان،
سوز فراق جا ڦٽڪن ٿا.
٣- نانگن سان مون نينهڙو لائي، جان جگر ڇڏيا جيرا جلائي،
اهي آڏوتي الـــهہ مـلائي، **عبدالله** انهـن ڪـي سـڃاڻ،
مرگهہ وانگي جيڪي مٽڪن ٿا.
منهنجا لاهوتي ويا لامڪان، سُور پرين جا سٽڪن ٿا.

بياض: علي بخش راڄڙ

# كافي

مون کي ڏاڍن ڏکن سان، راتو ڏينهان،
جيڏيون جالڻ آيو.
١- سرتيون سيپيئي وو قول محبوبن،
سرتين بخت سوايو.
٢- سون سڳن ۾ ڏٺي تنهن درد کي،
سوچري مون سرچايو.
٣- ساهه سورن کي ڏئي سو عبدالله ميان،
روز اجل کان آيو.

# ڪافي

ڏي ڪا دلدار دلداري، مٺن ماري تنھنجي ماٽي

١- گوھر غمٿار وو ميان اکين آڏار،

آءُ سائين ھلي آءُ حال ھتي ھاٽي.

٢- ھنيڙو حيران وو ميان توري تابان،

ڪڏھن ڏيندؤ خوشي ھن ڪاٽي.

٣- توري واھ ڪا ناھي **عبدالله** ڪي،

سائين! وڇوڙو لاھ ويڳاٽي.

# ڪافي

نانگن سان نينهن لائي، جوڳين سان جڙ لائي،
پئڙا پور پلڻ، ڪيس ورهہ ويراڳڻ.
١- جوڳي هلندا، رات نہ رهندا،
گهاءُ تنين جو ٿو گهائي.
٢- ويڙا سامي روز مدامي،
پورب پنڌ پڇائي.
٣- تن سامين تان سِر صدقي،
پل متان ڪا ٻي پائي.
٤- عبدالله ڪي عشق اهيئي،
نئين سج نيڻ وهائي.

# ڪافي

هُتئون هلي هِت آئين، يار!
تون تان ڪهڙي سانگي، منهنجا سانگي مٺڙا.
١- احدئون عبد زمين تي آئين،
منجهه صورت سمائين وو يار.
٢- منجهه آدم جي صورت مٺڙي
نوع نوع نانءُ رکائين وو يار.
٣- ظلوم جهول چو ڪم ڪيهي،
لڪ ڇئو تہ ڇوٿو سڏائين وو يار.
۴- عبدالله ڪئون عشق بازيءَ ۾،
لالڻ منهن ڇو لڪائين وو يار.
هُتئون هلي هِت آئين، يار!
تون تان ڪهڙي سانگي،

---

بياض: علي بخش راڄڙ
بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

نيهن نہ لاوڻ سڪان،

جي ڄاڻان جيڏيون.

١- ماندي ڍولڻ دلڙي موري،

راتيان ڏينهان جيءَ کي جهوري،

تانگهن لايس تڪان.

٢- دلڙي اري منجهہ عشق جا آئي،

پاڻئون ڏاڍن سان لنئو جا لائي،

برهہ ٻرايس وڪان.

٣- قاصد آيم هٿ ڪاڏاهون،

درد فراق جون آهون دانهون،

طرف لالڻ جي لڪان.

۴- ديدان دلبر جون ڪامڻ هوريون،

عبدالله چئي سي آدم خوريون،

ڪيئن مغز جون مڪان.

---

قافيون جلد پهريون، ڊاڪٽر بلوچ ص ١٣۴، ڪلام ٢١٩

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

ويا ڏولائي جا ڏينهن، مون وڇوڙي جو ماريو ڙي،
مون ڇوريءَ ڇيڇاڙيو ڙي.
١- سرتيون سوز فراق جي ميان لا، مون ڪي نهوڙيو نينهن،
هنيڙو ڳاراڻي جو ڳاريو ڙي.
٢- ويو پاروچو وو نڪري ميان، چري چاڙهي چيئن،
من ۾ مچ پاروچي جو ٻاريو ڙي.
٣- اديون اداسڻ جن جي آهيان ، تنهن ڏاران ڪريان ڪيئن؟
دم دم ۾ تن ويئي مون ساريو ڙي.
٤- عاشق عبدالله چئي ميان، نيو نباهيو هيئن،
تہ ڪَر نيندو مونکي رواريو ڙي.

---

بياض: ميان علي بخش
بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

ڪونيو ڪهن ٿا عشق وارن کي، موهيو مارن ٿا ورهه وارن کي،
ڪيفي ڪجلا پرين تنهنجا نيڻ، وو وو.

١- جنهي ڪنڙا ڪوڙين عاشق، ڪوڙين عاشق،
سي مون ڪيڙا سيڻ، وو وو.

٢- عاشقن کي ٻاجهئون عجيبن، ٻاجهئون عجيبن،
ٻن خوشيون ٻن ڪيڻ، وو وو.

٣- حڪمن ساڻ هنيڙو هٽي ويا، هنيڙو هٽي ويا،
چشم ڏاڍا پرجا ويڻ، وو وو.

٤- عاشقن جو ڪونهي الله ري، ڪونهي الله ري،
ڇا ماءُ ڀي پاءُ ڀيڻ، وو وو.

٥- عبدالله عاشق لاشڪ توڪي، لاشڪ توڪي،
وروهه ٿيس تنهن جا ويڻ، وو وو.

# ڪافي

نينهن والڙا ڪيفي نيڻ، سو تان منڙا جاني، منڙا وو منڙا،
وو منل يار دا نينهن آولڙا.

١- يار قريب قريب نہ تهڙا، ڇاجي ماءُ پيءُ پائي پيڻ، شال جيوين،
لوڪئون منڙا وو منل يار دا.

٢- مون من موهيو ساڻ پنبڻين، سڪ سنيوڙيل سيڻ، شال جيوين،
لبئون منڙا وو منل يار دا.

٣- من موهن ساهہ سيباٽا، واهہ وٽيا تنهنجا ويڻ، شال جيوين،
ساهئون منڙا وو منل يار دا.

۴- عبدالله نگهہ رک پنهنجي پير ڏي، کهہ خوشبون ٻن ڪيڻ، شال جيوين،
ماڪيؤن منڙا وو منل يار دا.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

جيءُ آئين تون ڀلي آئين، اسهنجو ويڙهو دوست وسايو ٿِي.

١- تو ذر آئي شاديون ٿيڙيون،

پير اڱڻ پرين پايو ٿي.

جيءُ آئين تون ڀلي آئين.

٢- لائق پنهنجو لطف سڃاٺي،

لالڻ ليئڙو پايو ٿي.

جيءُ آئين تون ڀلي آئين.

٣- عاشق **عبدالله** کي سهڻا سائين،

سارو سرّ سمجهايو ٿي.

جيءُ آئين تون ڀلي آئين.

بياض؛ قاضي قادر بخش، ٺل، ضلع جيڪب آباد

# ڪافي

اديون واڳان شل واري، جانب اڱڻ منهنجي ايندو.

١- آءُ دعاڳڻ ني وو دوست جي آهيان،

مونکي ساجن ڪڏهن ساري، ڏکيءَ واڌائي ڪا ڏيندو.

٢- ٻيو ناهي ني وو جيڏيون جڳ ۾ ميان،

ڄام پنهل جي ٻاري، ٽُل سندس ڪير ٽيندو.

٣- جيءَ منهنجي ڪي ني وو، جنهن جانب جي ميان،

ڳاراٽو تو ڳاري، چنئون سو ڪيئن ڇڏيندو.

٤- عبدالله چوي ني وو، ايندو آرياٽي ميان،

هن چريءَ جي سو چاري، مونکي تان ڪين مٽيندو.

---

بياض: فقير علي بخش راڄڙ

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

ڪي جو ڪانگي ڪهيو ڪهيو لا،

آهيان اونهين دي مون آهيان.

١- خوشيون ڪيانتل وو، ڪول اساڏي وو ميان،

سر ٻولي ٻهيو ٻهيو لا.

٢- زاغ اسان سان وو، ڳجهو ڇا پڏر وو ميان،

پهہ سارو پهيو پهيو لا.

٣- ڪهيو ڪانگي جو وو، صحي سيوئي وو ميان،

روح منهنجي ۾ رهيو رهيو لا.

٤- دعوي وارو دليون عبدالله جي وو ميان،

ورد وسري وهيو وهيو لا.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

اسان جو ويڙهو يار وسايو تو،
تون تان پلي آئين.
١- سڀ مرداون پنيون اسان جون وو،
پير اگڻ جڏهن پايو تو.
تون تان پلي آئين.
٢- نيون خوشيون نت اسان کي وو،
راول رنگي رنگ لايو تو،
تون تان پلي آئين.
٣- سارو بار سهڻا اسان جو وو،
چاوڻ واري سر چايو تو.
تون تان پلي آئين.
۴- عبدالله آکي مهر منجهارئون،
سارو سر سمجهايو تو.
تون تان پلي آئين.

# ڪافي

نماڻيءَ سان ناتو وو، نذر ڙيءَ سان ناتو وو،
لائيءَ ڍولڻا لائيءِ، سڄڻا توڙ نباهہ، توڙ نباهہ.
١- پيچ پرت جو پنهل اوهان سان وو،
هن تان پاڻ نہ پاتو وو.
نماڻيءَ سان ناتو وو.
٢- گويا گوليءَ سان ڪا اِکهين وو،
ڪيچ وڃڻ جي ڪئي ڪا تو وو.
نماڻيءَ سان ناتو وو.
٣- جو ڪٺائيءَ قدم ڪوهيارا وو،
سو تان چريءَ آهي چاتو وو.
نماڻيءَ سان ناتو وو.
٤- **عبدالله** ڪي جک اهائي وو،
راحم ڏينهان راتو وو.
نماڻيءَ سان ناتو وو.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ.

# ڪافي

جيڏيون منهنجي ســر جي ســائين،
رانجهن چاڪ سڏايو.
١- انهيءَ جوڳيئڙي من منهنجي کي،
مرليءَ ساڻ منايو.
رانجهن چاڪ سڏايو.
٢- تخت هزار ڇوڙيس ڪنهن سانگي،
رانجهن رنگڙو لايو.
رانجهن چاڪ سڏايو.
٣- چئي عبدالله من مارن سان،
محبت مچ مچايو.
رانجهن چاڪ سڏايو.
جيڏيون منهنجي سر جي سائين،
رانجهن چاڪ سڏايو.

بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

منهنجو ساري سنگهارن ساهه،

ڀلو آهيان ڪوٺن ۾ ڪي ڀه ٿي ڏينهڙا،

منهنجو ڀڪن منجهه ڀساهه،

ڀلو آهيان قيدن ۾ ڪي ڀه ٿي ڏينهڙا.

١- ملير ڇاين مون من مٺڙو،

پرٺئون ڏيئي پاهه، ڀلو.

٢- ساهه سانگيئڙن سان ميان،

هت مٺو آهه، ڀلو.

٣- من تہ منهنجو ماروئڙن سان،

اوري نا ارواح، ڀلو.

٤- عمر اسان جي ڏيهه ۾ ميان،

ڪتن ڪين ڪپاهه، ڀلو.

٥- عبدالله چوي عشق اوهان جو،

هت هُت همراهه، ڀلو.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

هرڪو چوي الله هڪ آهه، ايهو ڏانءُ ايندو ڪنهن ڏاهن ڏاهه.

١- پريا پروانا پار شمع جي بت ڪيائون نيئي باهه،
اسم جسم سارو گم ڪيائون، پوءِ رهيو وجي اتي ڇاهه؟

٢- المؤمن مرآة المؤمن، رمز انهيءَ ڪوئي قابل ڪاهه،
كُلَّ يومٍ هُوَ فِي شانٍ، رميا تيز نظر ان راهه.

٣- بسطاميءَ واري بات جاءِ رک، شمس وارو سِرّ سارا منهن ماهه،
وحـــدت سندي ويڙهه ۾، نالو شـــرڪ جو موران ناهه.

٤- منهن مرآة ۾ پس پنهنجو، ٻيا خطرا "لا" سين لحظي لاهه،
سچ حقيقت جو ڏس اپريو، ڪاٿي دوئي جي هت اونداهه؟

٥- ڳالهه انهيءَ جي سدا سمجهه رک، سان عشق جي عبدالله،
عشق بنان هن جاءِ اچي ڪير، چاهه پوي منجهه انهيءَ چاهه.

# ڪافي

ناتو توڙ نباهه، سڄڻ مونسان،
ناتو آپي ڍولڻ لائي هو هو.
١- ناتو نماڻيءَ جو ميان،
روز ازل ڪون آهه.
ناتو توڙ نباهه.
٢- مون جهڙي مسڪين سان ميان،
ڇنڻ تو نہ جڳاءِ.
ناتو توڙ نباهه.
٣- آسوندي گهايل ڪي ميان،
تڪيو توري ناهه.
ناتو توڙ نباهه.
٤- هيئن نہ ڇڏج حاذق سپرين،
اولي **عبدالله**.
ناتو توڙ نباهه.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

آيو ٻاروچو پنير اميدان، ٿي جيڏيون دلجاءِ.

١- ڪيئي ٿي ڪانگ اڏايم ڪاڪيون،
سهڻي سڄڻ جي ساءِ.
٢- ويهڻ واٽڙين تي ڪيڙم،
درسن دوست ديڪاءِ.
٣- صورت سهڻي يار سڄڻ جي،
ساهہ گهڻو سيباءِ.
۴- ڪيون ڏسڻ جون عيدان اکڙين،
اهڙي ٻي عيد نہ ڪاءِ.
۵- عبدالله جون اکڙيون ٽريون،
ڍولڻ تون ٻگر لاءِ.

بياض: علي بخش راڄڙ
بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: فقير غلام حيدر موچي.

# ڪافي

عاشق ياد نہ آيئي، ڏاڍا وڇي تو ڏينهڙا لايا
١- رمز پروڙن ڪين ريساليون،
حال احوال جون توسان ڳالهيون،
پيچ پريت جو پايئي.
٢- اکيون اکين ۾ جڏهن اڙيون،
جڙيون جيءَ ۾ تڏهن جڙيون،
ناز ڪري لڪ نوايئي.
٣- چوي **عبدالله** اهي آهن اداسي،
سڪ رکن ٿا جيڪي سناسي،
ڦند حسن ۾ ڦاسايئي.
عاشق ياد نہ آيئي، ڏاڍا وڇي تو ڏينهڙا لايا.

بياض: علي بخش راڄڙ

# كافي

هيئي الله هر جاءِ، هيئي الله هر جاءِ، هيئي الله هر جاءِ،
ڀول ڀيو ڪو م پاءِ.
١- بيرنگي يار وي وچ رنگان هي ميان،
آپ ڪڙو تا جو آءِ.
٢- جيڏي ڪيڏي وي درسن دلبر دا ميان،
ويک چشمان جو چاءِ.
٣- هابيل قابيل دا والد آدم وي ميان،
ڪيهي آدم دي بناءِ.
۴- فاينما تولوا فثم وجهُ الله ميان،
لفظ ايهو دل لاءِ.
۵- ڪل همہ وچ وي حسن هادي دا ميان،
ناهي صورت جي ڪا ماءِ.
٦- آکي عبدالله وي ثابت "الي الله" ميان،
حرف دوئي دا وڃاءِ.

---

بياض: درازا

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

## ڪافي

عشق بازي ناهي ڪا بازن جيهي،
ڪيڏڻ وارن ڪئون سمجهہ تہ ڪيهي.

١- ڪيڏڻ عاشق عشق جي بازي، جاتي نہ قبل نہ ڪائي ماضي.
خوف اميد ڪئون لنگهيا غازي، نينهن نوازيل ناميا نيهي.

٢- دوئي وارو خيال نہ جاتي، ڪرن تماشا طالب تاتي،
ڳايو ڳائن برهہ جي باتي، ليو تني ڏنهن پاءِ تہ پيهي.

٣- آءُ عشاقا امن جي ويس ۾، پل نہ گذارج ناميا نيس ۾،
اول صورت واري ديس ۾، ڏيهہ سنپارج عاشق ڏيهي.

٤- محمد ﷺ نانءُ جنهن جاءِ ٿيو پورو، ان جاءِ عشق جو ڪامي ڪورو،
اتي نہ ويندو ڪوئي بي سورو، ڳالهہ سورن جي ڪا جيهي نہ تيهي.

٥- **عبدالله** عاشق وتين ڇو فراقي، بازي عشق جي ڪيڏج باقي،
ڪر لطيفي جسو هي خاڪي، وڃ ميخاني يگانا ويهي.

---

بياض: علي بخش راڄڙ
قافيون جلد پهريون، ص ١٣٣
بياض: درازا
بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

صورت سانگ بنائي آئين، صورت بيک بنائي آئين.
سر سارو اسرار ڇپائيئي.
١- صورت مخفي راز رکيو ٿي، "لا" ۾ "لا" کي پاڻ لکيو ٿي،
ڳجهڙو تون ڳالهائي آئين.
٢- صورت انسان بيحد عالي، ايهو لباس ٿي لا ابالي،
احدئون عبد سڏائي آئين.
٣- جڳ والي قدرت وارو، دو جڳ تنهنجو پيِّ پسارو،
قطري ڪيئن سمائي آئين.
٤- تون تان تنهنجو طامع آهين، ذات صفات سان جامع آهين،
صورت ۾ سروپا پائي آئين.
٥- بازيگر جان بازي ڪٿي ٿي، مون سان **عبدالله** مام مٿي ٿي،
رمزي جو رنگ لائي آئين.

---

بياض: علي بخش راڄڙ
قافيون جلد پهريون، ڊاڪٽر بلوچ ص - ١٣٢
بياض: درازا
بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

سڀ ڪنهن صورت سڄڻ منهنجو، هر ڪنهن صورت جانب منهنجو
پاڻ صورت پنهنجي پسي پسي ٿو.

۱- آدم صورت آ عجب جيهي،
ڏانءُ سجود جو ڏسي ڏسي ٿو.

۲- سڀ جڳ محل سائين جو،
والي سو هر جاءِ وسي وسي ٿو.

۳- ويک تہ نفس و آدم هڪ دوني،
نحس ايڏاهون جو نسي نسي ٿو.

۴- پنهنجي پاڻ رنگن ۾ رانول،
دلڙي ڪليو ڏس ڪسي ڪسي ٿو.

۵- هر خاني، هر جاءِ، همہ منجهہ،
ساڳي عبدالله هڪ هسي هسي ٿو.

# ڪافي

سانڻ زوراور زاري زاري،وو جڙيا يار،
توبهہ توسان حجت منهنجي ناهي.
١- ڪيڏ آدم عزازيل ڪيڏي،
ڪنهن ڪٿي ڪنهن هاري، هاري وو جڙيا يار.
٢- شاهہ منصور فرعون فرق چاهي،
ڪيها نوري ڪيها ناري، ناري وو جڙيا يار.
٣- ڪاٿي ناچو ڪاٿي نيڪ و بد،
ڪاٿي بي مثل سو ماري، ماري وو جڙيا يار.
٤- ڪاٿي ڪرٽ ڪٽار ڪاٿي سولي،
ڪاٿي حافظ ملان قاري، قاري وو جڙيا يار.
٥- شيخ صنعان ڏي جٺيون ٿي آئين،
بان تنهنجا هن باري، باري وو جڙيا يار.
٦- **عبدالله** ڪي پرين پير پنهنجي،
ٻاجهہ بخشي ساري، ساري وو جڙيا يار.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

سرتيون سلڻ نہ جيهي، سا تان سلڻ نہ جيهي،
جا لنؤ لائي وي پنهل اسان سان.
١- ناپيد ناپيد ڳالهڙيون لا،
ور سان اوريم ويهي ويهي.
٢- ننيڙي لاڪون اج چا اڳهين،
رمز انهيءَ دل ريهي ريهي.
٣- لنؤ انهيءَ جي صفت اوهان سان،
ڪاڪيون ڪريان مون ڪيهي ڪيهي.
٤- عبدالله کي عشق ملايا،
ڏيهہ پرين پرڏيهي ڏيهي.

# ڪافي

سا ڪيئن آتڻ ڪتي ڪتي، ڙي متوال،
جنهن جو ڙي جيڏيون سوداگر يار.
١- ڇڏيو آتڻ ويئي آهي اتيئي،
جانب گڏيس جتي جتي، ڙي متوال.
٢- ڳل ڳلواڙي پيس پرين جي،
ديدان اڙائن جتي جتي، ڙي متوال.
٣- ڪتڻ منڻ اختيار عجيبن،
چرخي تند نہ گهتي گهتي، ڙي متوال.
٤- عبدالله کي لايون ڳر لالن،
نڪي ڪتي، نڪي وتي وتي، ڙي متوال.
سا ڪيئن آتڻ فڪتي ڪتي ڙي متوال،
جنهن جو ڙي جيڏيونف سوداگري يار.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

چاڻ مسلماني ڪير چاٽي،
عشق وڏو منجهه ڪفر جي آٽي.
١- نفس شيطان قوي نہ قادر ڪئون،
اٿم يقين، پيو ڪير راٽي.
٢- بعد ڪفر جي دل منهنجي ڪنهن پر،
طرف توبهہ جي ڪين تاٽي. *
٣- جنت دوست ٻاجهئون آ دوزخ، **
بهشت محب ري ڪير ماٽي.
٤- عبدالله عاشق محض مشرڪ،
ري شرڪ رب ڪير سچاٽي. ***

---

* ٻي پڙهڻي
٢- رد ڪفر ڪئون آ دلڙي منهنجي،
طرف توبهہ وري ڪير پيو تاٽي.
(ڪافيون جلد پهريون ڊاڪٽر بلوچ، ڪلام ٢٢٣- ص ١٦٦٣)
** ٣- جنت دوست بنا چڻ دوزخ،
*** ٤- عبدالله ڏس محض مشرڪ،
ٻاجهئون شرڪ رب ڪير سچاٽي.
بياض: علي بخش- بياض: فقير غلام حيدر موچيءَ ۾ ٻنو قافيو "چاٽي چاٽي - آٽي آٽي" ڏنل آهي.

# ڪافي

تنهنجو آءُ داتا سوالي، تنهنجو سوالي، تون جي جيوين.
تنهنجو سوالي، ڪونہ خالي يار.
۱- ڏان گهري ٿو ڏڏ ڏيجو، هادي آئي ننگ هلي جو،
ڀرو گهران بي مثالي يار.
۲- جن نہ لکيو هو ڪجهہ لوجئون، توهہ ٿيو تنين سان توهون،
وڙ مونسان ڪر والي يار.
۳- توڙئون آءُ طالب تنهنجو، تون آهين مقصد منهنجو،
محب گهران ٻي نہ مالي يار.
۴- چام آيس در هلي جو، سوال ڪريان آءُ ڪلي جو،
تنهن سڀ جي ٿئي بحالي يار.
۵- عشق گهري عبدالله جي، سٽي شاهن شاه جي
وير هجو ائين وصالي يار.

# ڪافي

الک رمز عشاقن واري، منڙي مام محبوبن واري،
عاشقن ٻاجهئون ٻيو ڪير لکي.
١- عشق اشارت منجهه ڪتابت، انڌي لکي گونگي پڙهي فرمايت،
هجي ڪو ڪاٺون* سرت سياڻو، انهيءَ ابتڙ جو ڪو ڀير لکي،
ڇٺو نہ زبانئون، نانهن چوڻ جي.
٢- دنوي عقل ۾ ڳالهہ نہ اچڻ جي، ڇٺو زبانئون نانهن چوڻ جي،
پڙهيو هجي ڇاجي دفتر قولي، ڪانهن ڪيپري ڪو پير لکي.
٣- نازڪ نڪتو نينهن وارو، شوق وارن کي روشن سارو،
ڳجهڙي ڳجهارت بره بشارت، ثابت شائق ڪو شير لکي.
٤- عاشقن کي عشق عقل ڪل، ازل ابد ڪئون جيڪي آهي اصل،
هي سر اونهو بي نمونو، دانَهہ دَرس دلير لکي.
٥- مست ميثاقي حق سان باقي، عشق سندن آه **عبدالله** ساقي،
ڇاجي عالم علم جا سالم، ايهو ڇند ڪو ڇڳير لکي.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: علي بخش راڄڙ
بياض: فقير غلام حيدر موچي
* مرحوم حامي واري بياض ۾ "ڳاٺون" لکيل آهي.

# ڪافي

الڪ اثبات اڄ يارو، آيو انسان جي اولي،
آهن جي تيز نظر عارف، ڏٺو تن چست هر چولي.

١- رکيائون سير جو رايو، آدم ڪنهن جو اصل ڇايو،
قدم پرين عشق ۾ پايو، شهودي شوق مٺون شولي .*

٢- لم يلد ولم يولد بي، نہ ڪنهن جيهو نہ ڪنهن قد بي،
نہ ڪو رويت ڪي رد بي، سهيو ڪر ڳالهہ هي ڳولي.

٣- الانسان سري وانا سره سيڻن، پاڻ اتو آهي عجيبن،
نشي مٺون نينهن جي نيڻن، لڌو هي ڦند ڳجهو ڦولي.

٤- عبدالله آ امن پاتو، همہ يڪجاء يڪ ڄاتو،
نشر ڪيئن يار سان ناتو، ڇوهي مٺون عشق جي ڇولي.

---

* شعلي جو عام اچار.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

بياض: علي بخش راڄڙ

بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

اچ الله لڳ اوري، توکي سجڻ گهڻو ساريان.

١- ڪيئن وڃي ٿو ني وو، ڪيچ ڪوهيارا وو ميان،
چاڪ مٺي جا سو چوري، توري گهنگهر گهڻو گهاريان.

٢- سگهو ڪين ورندين ني وو، ور ويچاريءَ جا وو ميان،
ڪين تڳان ٿي سو توري، رويون رويون هنجون هاريان

٣- هيم هڪ دل ني وو، وني جا ويڙين وو ميان،
زور ڏاڍي ساڻ زوري، دل ڪاڏهن ٻي آءَ ڏاريان.

٤- عبدالله چئي ني وو، هوت اوهان لئي وو ميان،
گهوري وڏيس گهوري، جدا گوندر منجهه گذاريان.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

آدم بيڪ وچ آيا بن بنرا،
حسن تيز نظاري سيتي وو.

١- بيرنگي راجا آيا رنگ محل وچ،
ڏان ڏان نينهن نغاري سيتي وو.

٢- ذات صفات نال آيا اٿ اطهر،
پيا سو عجب پساري سيتي وو.

٣- رِدا ميمي دا برقع پايس،
عجب عشق اجاري سيتي وو.

٤- عبدالله عاشق ڏيڪ پرين ڪون،
صورت ويڪ ستاري سيتي وو.

آدم بيڪ وچ آيا بن بنرا،
حسن تيز نظاري سيتي وو.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: پرچونڊي شريف

# كافي

منهنجا يار سجڻ ڪنهن سانگي، پلي آيون گهوريس توتئون صدقي

١- جنهن مَبي تي منهنجا سپرين،

آءُ قدم چميان تنهن چانگي.

٢- "المؤمن مرآة المؤمن"،

اها ڪل سٽايم ڪانگي.

٣- "لم يلد ولم يولد"،

آيو عشق حجاب اورانگهي.

٤- اتو عجبين "وفي انفسکم"،

ڪيئن طرف ڪنهن پئي تانگهي.

٥- "من له المولیٰ فله الکل"،

ايها ٻولي ڪيڙي ٻانگي.

٦- عبدالله عجبين آئي،

هاٿي مور نہ ڪي ٻيو مانگي.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

بياض: پرچونڊي شريف

# ڪافي

مڃ ڏولڻ منهنجي زاري وو، مڃ پنهل منهنجي زاري وو،
ڪاف وڃڻ جي، ڪيچ وڃڻ جي، تون هوت نہ ڪر تون دوست نہ ڪر.

١- پرين پرانهون پري ڀهون پنڌ ٿيو وو،
بر ٻجهي ڏاڍو ڀاري وو.

٢- هيءَ جند جان اتئون تنهنجي سپرين وو،
صدقي صدقي سئو واري وو.

٣- وينتيون ويئي هوت ڪريان وو،
هتين پيرين ڳل ڳاري وو.

٤- تو ري ساريان مائٽ نہ مٽ ڪو وو،
هڪ رهير تنهنجي تاري وو.

٥- عبدالله سان لائي نينهن پرڙي وو،
ور سا نيهہ واري وو.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

لنؤ لنؤ ۾ جيوين عشق لالڻ جي ميان،
لايو ڏنڏيون ڏاڍي ڏم مچائي وو.
١- سنڌ سنڌ ۾ توبھ برھ ڍولڻ جي ميان،
بيرنگ رنگ جي راند رسائي وو.
٢- جندڙي ميڏي پتّلي وانگڻ ميان،
ٿيان ٿيان ڪرڪي نينهن نچائي وو.
٣- آپ نہ چائج راند رندي ۾ ميان،
ڪُلي هوڻ جا ٿي آھ ڪچائي وو.
۴- سچ ٿي سچ سان چلٽا نہ پلٽا ميان،
ساڻ سچن آهي حرف سچائي وو.
۵- عبدالله عاشق عشقبازي ۾ ميان،
سري بره ڪٺون ڪين بچائي وو.

# ڪافي

ڪيڏيائون عشق جي بازي، ڪيڏيائون برهه جي بازي،
حاصل ڪيائون ني وو حال حقيقي وو ميان.
١- معلوم ٿيڙن ني وو، من پنهنجي ۾ وو ميان،
ڪونه پڇن ملان قاضي.
٢- سور سڄڻ جا ني وو، صحت پائن وو ميان،
رهن رضا منجهه راضي.
٣- چڙهن سوليءَ تي ني وو، ٿين سنرا وو ميان،
ڪوپا ڪيڏن قلا بازي.
٤- اصلي عاشقن ڪي عشق حقيقي وو ميان،
ماٺهن ليکي مجازي.
٥- عبدالله آڪي ني وو، عشق اوهان جي وو ميان،
گم ڪيا وڏا غازي.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: پيرچونڊي شريف
بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

ڪهڙي لالي لڳائي لڳائي وو سهڻي نيڻن ڪي،

١- هڪ لالائي، ٻيو اکڙيون ڪيفي، ٽيجهي تار سياهه ڄڻ سيفي،
ڦهري ڪاني ڪجل جي پائي پائي، وو سهڻي نيڻن ڪي.
٢- دلڙي اول نيو انگي اڙائن، پوءِ رويو پنڌڻي پرائن،
اها سالم رمز سکائي سکائي، وو پياري نيڻن ڪي.
٣- نينان هارن موتي هنجڙين، پيون پوئن ساڻ پنبڻين،
اهڙي ڪا ڪرت ڪمائي ڪمائي، وو مٺن نيڻن ڪي.
٤- اکڙيون اتي امر جون بندڙيون، مهر نظر ڏس توتي ڪندڙيون،
توسان برهه منجهه پائي پائي، وو پياري نيڻن ڪي.
٥- اڄي عشق اجاري ڪيائون، حاصل ۾ عبدالله نيائون،
ايها هٿ حڪومت آئي آئي، وو پياري نيڻن ڪي.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

ڪانگل پريان سندي پار جي، لنؤ سہاجهي لاتڙي.

١- محبت منجهان تنهن ماس جي گهاڙوءَ ويهي دلڙي گهڙي،
اچي تنهين اوطاق ۾ جهاتوءَ جهٽي دلڙي دڙي.

٢- جن کي لڳي جڙ جان ۾ سا عشق جي تہ اداس ڙي،
تن ڪٿون نہ وسري ڳالهڙي، سا رمز واري راتڙي.

٣- ميخ محبوبن سندي جذبئون جسي جيءَ ۾ جڙي،
سا ڪيئن ڪلي جا عشق جي قابو ڪلابن ۾ ڪڙي.

٤- دلڙي دکي ڏس تون ڏکي، **عبدالله** چوي اوکي اڙي،
دلبر دلاسو ڪونہ ڪيو، سا سک ۾ ويڙي سڙي.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

## كافي

اديون واڳان شال واري،
دوست اگڻ منهنجي ايندا.
١- من منهنجي کي ني وو، تن پرين جو وو ميان لا،
ڳاراٽو ٿو ڳاري، ڇنيو ڪين ڇڏيندا.
دوست اگڻ منهنجي ايندا.
٢- ڪونہ ڏسان ٿي ني وو، ڪاٿهن وو ميان لا،
ايندم شآل اوتاري، ڇوري ڪين ڇڏيندا.
٣- عبدالله چوي ني وو، ايندو آرياڻي وو ميان لا،
هن ڇڪيءَ جي چاري، مون ڏانهن منهن نہ مٽيندا.
اديون واڳان شل واري، دوست اگڻ منهنجي ايندا.

# كافي

جنهن ڪاڻ سڪي مون کي سال ويا،
سو آيم اوتاري.
١- لٿو ويڇوڙو وهم وڃائين، قادر پنهنجا ڪرم ڪيا،
والي ويڇوڙيا واري.
٢- ڏٺم درسن تنهن دلبر جو، درد دل جا دور ٿيا،
لڳو نئون نينهن نياري.
٣- لڪيو اصل ڪان انگ اهوئي اچي پختا پيچ پيا،
وهان هت مان ڪيئن وساري.
٤- عبدالله چوي عجيب جا، ڀهون مون تي ڀال ڀيا،
پرين پنهنجا سخن ٿو پاري.
جنهن ڪاڻ سڪي مون کي سال ويا، سو آيم اوتاري.

بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

نانگن سان نيهن لائي پيڙا پور پلئي،
ٿيس ورهہ ويراڳڻ.
١- جوڳي جي هلندا، رات نہ رهندا،
پورب پنڌ پڄائي.
٢- جوڳي جي هوندا، روز ميثاقي،
گھاءُ انهن جو ٿو گھائي.
٣- تن سامين تان صر صدقو جيڏيون،
پول متان ڪا ٻي پائي.
٤- عبدالله آڪي عشق اهوئي،
جو نئين سر نينُ وهائي.

بياض: علي بخش راڄڙ

# كافي

جنهنجو عشق سان واپار ناهي،
تنهنجو ڪلمي تي اعتبار ناهي!

١- عشق الله سائين پاڻ ٺاهيو، جنهن منجهئون محمد بنايو،
عشق اتي اظهار ٿي آيو،آيو تاج ڪلنگي پائي.

٢- عشق ڪي ڪوڙو ڪير چوي، پرو پڙهين ڪي ڪين پوي،
"قالو بليٰ" هاڻي ڪير ڪهي، انگ الست ڪان آهي.

٣- عبدالله عشق ڪي صحيح سڃاتو، منصور انا الحق ڪي حق ڪري ڄاتو،
مڙي ملن منصور ڦاهي چاڙهيو، ڦري ملان چڙهيا سپ ڦاهي.

بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

ڏي ڪا دلدار دلداري، مٺن ماري تنهنجي ماٺي.

١- گوهر غم تارو وو ميان، اکين آڌار آن سائين،
وڇوڙو لاهہ ويچاري، مٺن ماري تنهنجي ماٺي.

٢- اٿئي معلوم هر ڳالهہ وو ميان، چوان احوال ڇا سائين،
سڄڻ توکي تہ سڌ ساري، مٺن ماري تنهنجي ماٺي.

٣- اوهان ري واهہ وو سائين، ناهي عبدالله کي ڪائي،
اچي مل هوت هڪ واري، مٺن ماري تنهنجي ماٺي.
ڏي ڪا دلدار دلداري، مٺن ماري تنهنجي ماٺي.

بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

هيئن نہ مناسب هو تن جيڏيون،
ڇپر ڇڏي ويا مون کي ڇاڻي سڃاڻي.
١- پينر پنهورڻون آ بلڪل بس مون،
ڪيچين ڏاران اچي ڪين ڪس مون.
سورن ڪئي هان ويڳاڻي جوڳياڻي.
٢- ورهہ ويهوڙيس پيهر وري جا،
چوڪن چوري ڪيس چري جا،
سا ڪيئن ٿيندي اياڻي سياڻي.
٣- جوش جتن جا مٺي تي زاري،
هوت هلندي ہر ہر ٻاري،
سا ڪيئن ٿيندي اجهاڻي اپاڻي.
٤- عبدالله چئي اجا آسرو آهي،
ڪيچئون ايندم ڪرهل ڪاهي،
پنهنجو ننگ سڃاڻي آرياڻي.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# سرائڪي ڪافيون

## ڪافي

وانگي سڪندر وڪيل بنڪر، وانگي سرور رسول رهبر،
آيا هادي همارا، مولا سائين.
١- بنيا وڪيل شاهي بيک بتلايس، تخت موري دل تي چڙهہ حڪم هلايس
تڏڻ صورت دا مئنون نقش وڪلايس، مالڪ آها مختيارا، يلا يلا مختيارا.
٢- قدم موري دل آجو ڏتڙس، مئن ڪنون آمئن تون رتڙس،
پٽ دوئي دا درخت جو نتڙس، آپ ڪيتس اظهارا، يلا يلا اظهارا.
٣- صورت موري نون نوشابہ بنايس، تخت موري دل ڪول آنايس،
اٿان وحدت دا سبق پڑهايس، سمجهايس سر سارا، يلا يلا سر سارا.
٤- وسندئين هر جاءِ تون هر طرف وچ، مئن ڏنا تينون سچيان دي صف وچ
مئن ڪن آ الاالله دي حرف وچ، ديکايس ديدارا، يلا يلا ديدارا.
٥- عبدالله ظل الله سچا رب، جنهين دي حڪم وچ عرش فرش سب،
هر ڪنهن دي هي مراد مطلب، مهدي سائين سوپارا، يلا يلا سوپارا.

---

بياض: علي بخش راجڙ
بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: فقير غلام حيدر موچي

## ڪافي

هي مک يار ماهي دا، وو يار پياري دا،
عشق امام اسانون ويکڻ.
١- ناز غماز ميڏي دلبر دا،
بيحد بي پرواهي دا.
٢- سانون پاوندا ٻهون سيياوندا،
قرب ڪج ڪلاهي دا.
٣- چوڙ گمان گدائي والا،
شمله چاهڻ شاهي دا.
٤- وچ عبوديت دي ربويت،
جلوه جوڙ بادشاهي دا.
٥- خام خيال سيوئي ميڏا،
گم ٿيا گمراهي دا.
٦- عبدالله گمان گنوايا،
دوئي بي ويساهي دا.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: فقير غلام حيدر موچي
بياض: علي بخش راڄڙ

## ڪافي

وهوا خوشحال درويشان دا،
درويشان دا دلريشان دا.
١- دنيا عقبيٰ دا وهم نہ رکدا،
خيال نہ رکدا وت خوشيان دا.
٢- دو جڳ ڇوڙ ڪي دوست ڇايوسي،
ڳڏو سي حظ هميشان دا.
٣- صورت لاشڪ لنگهہ ڏنوسي،
معنيٰ ملڪ وت عيشان دا.
٤- عبدالله آڪي درويشي چوکي،
دنيا دام پريشان دا.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

ڪڏان ملسين يار پيارا، مل تان گهول گهمايان اي سر سارا وو يار

١- اساڏا ماهي هي عجب جيها وو ميان،

لوڪان نئون نينهن نيارا وو يار.

٢- قرب اسانون وو بخش اپنا وو ميان،

نازان والا نظارا وو ميان.

٣- رمزين غمزين سيتي ڪس وو ميان،

دل نيتي دوستارا وو يار.

۴- عبدالله آڪي وو مل سانون وو ميان،

محب مٺا منٺارا وو يار.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# كافي

گهول ڏيوان سر گهوليان، كوند بنيدا، سانون لٹ ويندا.

١- كوليان ڍولڻ ميڏي كيتيان، ايهي ہنڈڻ وچ ہوليان،
تيغ مريندا، دل هس كس نيندا.

٢- نينان والا ناز وكايس، ٿيان حسن ديان هوليان،
حكم كريندا، سارا ملك منيندا.

٣- يار ڳلان تي زلفان ظاهر، نال خوشي دي هن كوليان،
خون كريندا، پريان پڇيندا.

٤- **عبدالله** آكي عشق عجيب دي، ڏوهان بلاشك لوليان،
هل هليندا، پر جام پليندا.

---

بياض: درازا

# كافي

گهندڙ پاڪي يار ڪڙ هسدا، ايها عجب ڏٺي سي چال سئيان

١- ڪڏان يار ڪريندا ڪتاب خطاب،
ڪڏان اسان تون دور ڪريندا حجاب،
ڪڏان ڪول اساڏي آ وسدا.

٢- تنهن دي صورت ويک ڪي شمس قمر،
ڏونهين شرمندي ٿئي وچ اپڻي پڳهر،
رهيا تنهاندا نہ ڪوئي شرف خسدا.

٣- من موهہ ڳڌا ڏي ماهي مهي،
پچي صدقي ڏاڏاٿي ڪيتي شهي،
سوئي رانجها اجڻ پهي نسدا.

٤- ڪڏان عبدالله عاشق دور رهي،
ڪڏان آءَ ڪي تنهندي پار پهي،
ڪڏان پل پل پيتم ڪون پسدا.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# كافي

مايو ڙي جوڳي جي آيا، سي پرين آيا ني وو،
ڏور جنين ڏينهن لايا، سهبو ڙي سامي جي آيا.
١- اڱڻ آيا ني وو عيدان ٿيڙيون وو ميان
سريرئون سور سڌايا.
٢- مڙهئين مليا ني وو، أهي مهيسي وو ميان،
ڳڻ جنهنجا مون ڳايا.
٣- ڪنيڙا ڪاڪل ني وو، سر سامين جي وو ميان،
سونهن چتن جي ڇايا.
٤- عبدالله آکي ني وو، من جا مقصد وو ميان،
سائين ڪيڙا سجايا.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# كافي

جاني سو جم جاليندا، نال اساڏي سڻ هڻ ميان.

١- اندرئون پردي ني وو، ڏرڪي دلبر وي ميان،
ڳل وچ پنجڙي ولئيندا.

٢- مئن نال ميڏا ني وو، سهڻا سائين وي ميان،
ايا ڪڙ آپ الئيندا.

٣- ول ول مئن نال ني وو، ميڏڙا ڍولڻ وي ميان،
اپڻي پالئون پلئيندا.

٤- اتڻ ٻهڻ ني وو، سارا سهڻي دا وي ميان،
پيارا سو آپ پلئيندا.

٥- **عبدالله** آکي ني وو، ظاهر باطن وي ميان،
ديدان ديدين نال رلئيندا.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

لڳڙيدا سائين الو ننگ پالين، پالين
سهڻا مئن تيري باندي هان مئن جانديان
١- طرف بندي دي يار پيارا، مهر پوئي،
پڙو پالين پالين.
٢- راتو ڏينهان ڪار اساڏي وو ميان،
ڳاوڻ تيڏيان ڳالهين ڳالهين.
٣- دردوندي ڪون ني وو دلبر سائين!
اپڻا مکڙا وکالين وکالين.
٤- **عبدالله** آکي ني وو، آپ ڄاڻي ميان،
آکي سهڻا جمر جالين جالين.

---

بياض: علي بخش راڄڙ

# كافي

جهوڪان ٻيلي جهوڪان، سهيو ساڏي دل تي رانجهن

١- مئن رانجهن دي رانجهن مئڏا،
لوڪ ڪريندا هي ٽوڪان.

٢- عشق دي ڪاري سر تي چاتي،
در در ڏيندا مئن هوڪان.

٣- مِل سهيليان مصلحت ڪيتي.
چريان نون ڏيون چوڪان.

۴- عبدالله آکي عشق تساڏي،
محبت لايان هن موڪان.

بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

تيڏا ميلا نت نت منگنديان ني،
پلو يار جاني، جڙيا جاني.
١- افضل ذاتيون وو مول نہ پاوي،
پئي موري سيج پِنگديان ني.
٢- توبهہ توبهہ ڪرديان تجليان
روز راول رنگ رنگنديان ني.
٣- آک نہ سگهديان ڪنون ادب دي،
سهڻا سانول سگهہ سنگديانی.
٤- عبدالله آکي تو وسئي آياسي،
نام وسان تيڏڙيان ننگ ننگديان ني.

بياض: علي بخش راڄڙ

# كافي

تون تہ آساڏڙي سانگي وو،
صدقي صدقي وو جاني پيارا.

١- رنگ برنگي لوڪ لباسي،
ڪوئي نہ سمجهي نال قياسي،
ننگ سڃاڻن نانگي.

٢- شمس الحق ڪون ڪر ڪليان،
شاهہ منصور ڪون سولي سليان،
عشق يار اڙانگي.

٣- عبدالله آکي پس بي ادبي
يار شائق گڏيس بي سببي،
من جنهين ڪونہ مانگي.

---

بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

ڳل ڦلڙا ڪي مالاري، سڪي موري پياري ديان

١- نوڪ خنجر لب لعل، زلف ڪاريهري دي،

ٻونرا بسيهر ڪالا ري.

٢- خوني خنجر تيرا ابرو، نين تپاچا *

پنبڙيان برڇيون، ٻرون ٻالاري.

٣- چمن چمن دي وچ هي عبدالله

اِهين حسن دا هالا ري.

* تپاچا = لمانچ

بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

مختيار آهين ملڪ ساري دا،
تون هين سردار جڳ ساري دا.
١- تون آهين ملڪن جو والي،
ٻيا سڀ تو در ســـــــوالي،
ماريئي چوٽ نغاري دا.
٢- تو آئي لٿا شڪ شيطاني،
جيءَ اندر ۾ جودئون جاني،
لٿا خلل خساري دا.
٣- عبدالله آکي ويکو لوڪو،
مٿ محبن جو ناهي ٻئوڪو،
پايئي پوش پياري دا.

بياض: علي بخش راڄڙ.

## ڪافي

چيري گلابي رنگ لايا، يار ميڏي دا،
بر سر سونهــين، تاج ڪــلنگــي!

١- ويڪڻ سيتي دو جڳ وسريا،
ساري عالم ڪون عجب آيا، يار ميڏي دا،
ڪول نقابان، نيندا جو ننگي.

٢- نال موتيان دي وو، هويا مراصا *،
نقش پريا پوش پايا، يار ميڏي دا،
ويس ڪتوئي رانجهن رنگي.

٣- مشتاقان دي وو مارڻ ڪيتي،
حسن هلان ڪر آيا، يار ميڏي دا،
جوڙ ڪڙايس، جنگ فرنگي.

٤- عبدالله آئي وو عيد انهان ڪون،
ناتي نينهن نمايا، يار ميڏي دا،
زلفان جنهنين ديان، ظالم زنگي.

---

قافيون جلد پهريون، ڊاڪٽر بلوچ - ڪلام ٢٢٥ - ص ١٣٧
* نال موتيان دي وو هويا مرصع (مرصا)
رخ تي پياري پوش پايا پايا
بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

عاشق نام سڏاوڻ سوکا،
اوکا اس پر رهڻا جي.
١- عشق سراسر خوني خنجر،
سدا سيني وچ سهڻا جي.
٢- طعنا تهمت ڪلي ملامت،
عاشقان دي ڳل ڳهڻا جي.
٣- باهہ برهہ ابراهيم والي،
ٻل دي دي وچ ٻهڻا جي.
۴- عبدالله ات ڪسڻ قبوليا،
لاشڪ اي سر لهڻا جي.

---

قافيون جلد پهريون ڊاڪٽر بلوچ ڪلام ٢١٨، ص ١٣۴
بياض: سنڌي ادبي بورڊ
ادبي بورڊ واري بياض ۾ لفظ "جي" بجاءِ "هي" لفظ آهي.
بياض: علي بخش ۾ پڻ لفظ "هي" آيل آهي.

# كافي

جيها عشق بي حجاب، تيها اور نہ ڪوئي ڏٺوسي،
اهين ديس صورت دي وچ، شهزور نہ ڪوئي ڏٺوسي.
١- جيهي چشم عشق والي، تيها چور نہ ڪوئي ڏٺوسي،
لٿيا انهان اکيان دا، تنهن دا غور نہ ڪوئي ڏٺوسي.
٢- جيهي عاشقاندي ٽولي، تيهي ٽور نہ ڪوئي ڏٺوسي.
صفا صوفيان دي صف وچ، بد خور نہ ڪوئي ڏٺوسي.
٣- عاشقان جيها ڪو عالم، شهگور نہ ڪوئي ڏٺوسي.
ڪنون عشق مُلي محروم جيوين، تيها ڪور نہ ڪوئي ڏٺوسي.
٤- **عبدالله** انهان اکيان دا اٿان، غور نہ ڪوئي ڏٺوسي،
ڪنون عشق آپ وسارڻ، اهڙا دور نہ ڪوئي ڏٺوسي.

---

هيءَ ڪافي بياض درازا، ادبي بورڊ واري بياض ۾ قاضي قادر بخش واري بياض ۾ ٺوري ڦير ڦار سان موجود آهي. ان کان علاوه بياض علي بخش ۾ بياض فقير غلام حيدر موچيءَ ۾ پڻ موجود آهي.

# كافي

ويکو ڙي ويکڻ آئيان، ماهي ميڏا مهتاب ڙي،
مل مل سيان، ويکو ڙي ويکڻ آئيان.
١- مک ميڏي يار دا، سهڻي ماهي دا، کليا گل گلاب ڙي،
مل مل سيان ويکو ڙي ويکڻ آئيان.
٢- انهي عشق دا وچ عالم دي، نا ڪوئي ڏوهہ ثواب ڙي،
مل مل سيان ويکو ڙي ويکڻ آئيان.
٣- مئن رانجهن دي رانجهن ميڏا، کيڙي دا کوڙا خواب ڙي،
مل مل سيان ويکو ڙي ويکڻ آئيان.
٤- **عبدالله** آکي، حسن هادي دا اعليٰ کنون آفتاب ڙي،
مل مل سيان ويکو ڙي ويکڻ آئيان.

---

بياض: درازا،
بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: فقير غلام حيدر موچي

# كافي

سهڻا سانول يار، رمزين والا جڙيا يار،
ڪجلا قابل يار، ڪڏان آوين ساڏڙي ڪول.
١- چوري چوري آءُ ڪي، جهاتي پاءِ ڪي،
ڦير نيتيءِ ساڏا قرار، ڪجلا يار.
رمزين والا جڙيا يار.
٢- اسان توُ هڪ ڍِي، پٺي مَن چِڪ دي،
مڙگين والڙي مار، ڪجلا يار.
رمزين والا جڙيا يار.
٣- نام الله دي، اُتوُن عبدالله دي،
اپڻا رُخ نہ اتار، ڪجلا يار.
رمزين والا جڙيا يار.

---

بياض: جهان البحر

# ڪافي

ڪڏڻ ساڏي ويڙهي، ويڙهي تون آوين دلدار،
آوين تون دلدار، ڀلا جڙيا يار.

۱- جي تون آوين ني وو، اڱڻ اساڏي وو ميان،
گهول ٿيوان لک وار.

۲- جيئڙا اساڏا ني وو، ڪيتا اداسي وو ميان،
اهين تيڏي انتظار.

۳- راتو ڏينهان ني وو، اسانون وو ميان،
گويا تيڏي گفتار.

۴- نال عبدالله دي ني وو، لائين نباهين وو ميان،
يار اپڻي تون يار.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# كافي

آدم بڻ آئين وو يار، مئن تان صدقي اهين سهڻي صورت دا
سهڻي صورت دا، منڙي مورت دا
١- سهڻي صورت والي لباس سهڻي وچ،
نال وحدت ور آئين وو يار
٢- عرش فرش ڪنهن ڪاڻ جو چگڙي،
ڪٽڪ رنگي چڙ آئين وو يار
٣- "لا" دا داٽا هيئي سيياٽا لا
عشق سيتي ٿر آئين وو يار
۴- حملها الانسانُ آپ آپي،
چا ائون بر آئين وو يار
۵- عبدالله عاشق عشق دا لقما،
ڪاوڻ ڪيتي ڪڙئين وو يار

---

بياض: عطا محمد حامي

# ڪافي

رانجهن رمزيندار آيا، ڪول اساڏڙي سيان.

١- آوندي نيتس وو سڀ اساڏا وو ميان،
اردا اختيار، آيا ڪول اساڏڙي سيان.

٢- آئي اسان نون وو اور ويڪايس وو ميان،
جلويدا جهلڪار، آيا ڪول اساڏڙي سيان.

٣- مل محبوبان وو تن من ميڏا وو ميان،
ڪيتا باغ بهار، آيا ڪول اساڏڙي سيان.

٤- طالب تي مطلوب ڏونهين مل وو ميان،
هڪ هويا هڪوار، آيا ڪول اساڏڙي سيان.

٥- عبدالله دي وو نال پيارا وو ميان،
يار هويا رلمل يار، آيا ڪول اساڏڙي سيان.

# ڪافي

مست پيالا محبت والا پيوين تہ سردا سانگا چوڙ.

١- ڪات ڪنون ڪنڌ ڪڍڻ ڪچائي،
مرڻ ڪنون هڻ منهن نا موڙ.

٢- عاشق چاوڻ سري لڪاوڻ،
ايهو برهہ وچ وڏا وڳوڙ.

٣- تيغ عشق دي تيز تکيري،
ڏي جند عاشق تنهن نون چوڙ.

۴- ڏي سر عاشق عشق بازي ۾،
ٽڱا دنيا جا تون سڀ ٽوڙ.

۵- عبدالله صلاح اهائي،
لاوڻ نينهن نباهڻ توڙ.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

چاڪ ڪيتي ئي دل چاڪ ڙي امان،
ڪيا ڪران ميرا وس نهين چلدا.

١- جنهن جهنگل وچ رانجهن وسدا،
سوئي ٻيلا هُو هاڪ.

٢- گل گلزاري باغ بهشتي،
چاڪ بنان خسخاڪ.

٣- لوڪان ليکي چاڪ منجهيندا،
ساڏي ليکي حق پاڪ.

۴- چاڪ نهين ڪوئي نور حقيقي،
سر پر چيرا لولاڪ.

۵- سرمان سو اکين وچ سونهندا،
جو چاڪ دي قدمان دي خاڪ.

٦- عبداآلله آکي سوز سهڻي دي،
موهه ڪيتا مشتاق.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

ڪيون پئــيئي رانــجهو دي نال،
لڏ وچ ڪيڙا پيڙا.
١- رانجهن ميڏا ني وي، سر دا سائين وو ميان،
طرف تنهين تون نہ پال.
٢- روءِ رانجهن دي ني وي، ڪڙ الئيندئين ميان،
تيڏڙي ناهي مجال.
٣- مئن رانجهن دي ني وي، رانجهن ميڏا وو ميان،
ڪوڙا ڪيڙيدا خيال.
۴- شاهي ڪيڙاندي ني وي، ڪول ڪي ويڪو وو ميان،
اٿان نہ توهين جال.
۵- شال نہ پئو سي ني وي، ڪن عبدالله دي ميان،
تيڏڙي قيل مقال.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# كافي

كيهي بي پرواهي جو كيتي وي،
ڏاڍاي بي پرواهي جو كيتي وي،
سهڻا ساڏي نال، پيارا وي.
١- كڏڻ اسان ڏي اوطاقي جو ٿيسين وي،
ميڏي نال ملاقي جو ٿيسين وي،
شال نہ تون ياقي ٿيسين وي،
هڻ تہ مڙ پال، پيارا وي.
٢- كيها اسانون جادو جو كيتئي وي،
سانون نسنگ پيارا نيتئي وي،
ڏاڍا ڏک فراق دا ڏيتئي وي،
جالڻ هويا جنجال، پيارا وي.
٣- عبدالله اداسي جو هويا وي،
تيها پيَ پياسي جو هويا وي،
تيڏي كيتي سناسي جو هويا وي،
تنهن نون مک ويكال، پيارا وي.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# كافي

ڊولڻان دي چال سانون پانئوندڙي،
سيان پانئوندڙي ٻهون.
١- چال اهين تئون دو جڳ گھولي گھوليان،
سري، جند، مال، سانون پانئوندڙي سيان.
٢- چال اهين دا مٺ نہ ڪوئي،
نڪو محب مثال، سانون پانئوندڙي سيان.
٣- چال اهين دي خوض جو ڪيتم،
نهين آکڻ دي ڳالھہ، سانون پانئوندڙي سيان.
۴- چال اهين دي سڌ انهان نون،
جم جناندي، چال، سانون پانئوندڙي سيان.
۵- اتڻ ٻهڻ عبدالله دا،
نازڪ سهٽي نال، سانون پانئوندڙي سيان.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

شاهہ حسن دي ڳالهہ ڳالهـــــڙي،
مٺن آک نہ سگھديان سئيسان سئيان.
۱- شاهہ جو آيا ذات صفاتي، رنگ بڻاڪي ڀاتئون ڀاتي،
وچ الف دي ميم دال، دال ڙي، ڪيتي موج نينان دي نئيان نئيان.
۲- شاهي آپي اپڻا نام ڏريسن، آپي چاٽي ڪرم ڪريسن،
او شاهہ موهي نہ ڪنهن مال، مال ڙي مٺن هوش عقل ڪنون ڳئيان ڳئيان.
۳- شاهہ بيرنگي آيا رنگ بنائي، الانسان سري سروپاهہ پائي،
او وچ ميمي مام دي نال، نال ڙي، مٺن عين عيناندي پئيان پئيان.
۴- شاهي **عبدالله** ڪائي ڳالهہ آکيسن، سر سرواهيان نظر رکيسن،
وچ رل شاهان وصال، وصال ڙي، مٺن ملک شاهان دي تئيان تئيان.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

بياض: درازا

# كافي

پانڌي پياري دا پيغام، ڏيندا خلاصيون خبران.

١- ڪاڪل دي وچ، قابو ڪتوئي،
غمزان نال غلام، صبر نہ آندا بي صبران.
پانڌي پياري دا پيغام، ڏيندا خلاصيون خبران.

٢- ڪول محبوبان قتل قبولن،
ماهي مريندا مدام، تيغ تفنگ تيز تبران.
پانڌي پياري دا پيغام، ڏيندا خلاصيون خبران.

٣- درد پچيندا محبت والي،
مشتاقان دا مقام، ڪوڙينجث هن قبران.
پانڌي پياري دا پيغام، ڏيندا خلاصيون خبران.

بياض: درازا

# كافي

مٺن سمجهہ تہ مٺن وچ ويکين وو اسرار يار دا تون.

١- مٺن ويکڻ دي نال ويکين، انهي حق نون دور نہ ديکين،
ايهو هڪ ڏون مول نہ ويکين، وو هيٺين مير مدام دا تون.

٢- مٺن گفتا نهين گفتارون، سر الاهہ هيِ اسرارون،
مٺن درد دوئي والا دارون، وو هٺين الف اماني دا تون.

٣- مٺن آپ دي آپ چولين، پيا خيال جدائي دا نا ڳولين،
مٺن آپ دي آپ ڦولين، وو هٺين مير مقال دا تون.

٤- تون تان احدئون عبد آکائين، دم آدم نال رکائين،
الا الله وچ آپ لکائين، وو جَمر عبدالله بخدا تون.

---

بياض: علي بخش راڄڙ

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

مٺن مهرياڻ ديان لهريان لهريان،
سانـــون ويڪــڻ آيان جانـــي.
١- ڪيئي اوپاريان ڪي لهواريان،
ڪيئي شيرين ڪيئي زهريان زهريان.
٢- شيرين زهريان رل مل آئيان،
چتي خاطر ڪيئي ڇهريان ڇهريان.
٣- سر عشاقين پونديان تابان،
وانگي بازان ڪيئي بحريان بحريان.
٤- عاشق وچ اٿاهين ڪڙدي،
جٿان موجان لڳديان گهريان گهريان.
٥- عبدالله شمع ديان ڇوليان،
پيلان ڪر ڪر ڪيئي پهريان پهريان.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

ڏي سر عاشق ڇٽين وو يار، عشق دلال آيا دلبر دا.

١- موج حسن دي مئن وچ اپٽي،
پهلين گوتي گهن گهٽين وو يار.

٢- هي سر اولي هئي حق دا،
تون وهمين ڪنون چا ٽٽين وو يار.

٣- سر سرواهيان جو ڪجهه اپٽا،
آپ سوڏا چا لٽين وو يار.

٤- عبدالله عاشق رهه در عشق دي،
هر ڪنهن حال نه هٽين وو يار،
ڏي سر عاشق ڇٽين وو يار،
عشق دلال آيا دلبر دا.

---

گوتو- غوطو

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

بياض: علي بخش راڄڙ

بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

مندان ٿيون موٽن وو،
ڇئو سڄڻ ڪڏهن ملندين.
١- انب ڦلهاريا ڪجهين ڳل واريا،
توت پڪا باغن وو.
مندان ٿيون موٽن.
٢- ٻيرين ٻور نوان جي جهليا،
ڦلهاريا ڦرڪن وو.
مندان ٿيون موٽن.
٣- نڪت مڙئي نوان جي تيڙا،
لوڏي ٿا لهڪن وو.
مندان ٿيون موٽن.
٤- عبدالله چوي مرشد منهنجا،
ڪندين ماڙ مريدن وو.
مندان ٿيون موٽن.

---

قافيون جلد پهريون ڊاڪٽر بلوچ، ص ١٣٥ - ڪلام ٢٢٢

# ڪافي

ڪي جو ويکيو موري نين،
آک نہ سگھان ڙي سيان سيان.
١- ويکڻ ايهوئي ني وو، نينان والا وو ميان،
سانون دائم دن رين.
٢- هم هر خاني ني وو، جتان ڪتان وو ميان،
ديدان درسن ايهو دين.
٣- نظر آوندا ني وو، زبان نہ ماوندا وو ميان،
مک پليرا ڪسن بين.
۴- عبدالله آکي ني وو، روح اساڏا وو ميان،
چشمان انهان ڪيتان چين.

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

موهن پياري جو چشمان چايان ڙي، نيڻين سو رمزان لايان.

١- موهن موهہ لئي دل ميري،
آڻ ڦاسايس زورڙوڙين زوري،
ڪنهن نون مٺن آک سٺايان ڙي.

٢- سرتي شالان ڳل وچ جامان،
چمر چمر چيريان دا جهل پر گامان
فوج حسن بي پايان ڙي.

٣- ٻيلي رانجهن ونجهلي وڄائي،
جنهن دليان لٽ ڦر لائي،
ٻيان ڳالهيان وسرايان ڙي.

٤- عبدالله حسن ديان فوجان،
چتڪيان چوهڻون جڻن جل موجان،
ديدن سو دامر ڦاساين ڙي.

---

بياض: علي بخش راڄڙ

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

بياض: فقير غلامر حيدر موچي

# ڪافي

آپي لايئي نينهن، مٺن واري آن، آپي لايئي نينهن،
سو پنهنجو پاڻ نباهين.
١- پاڻ سانڍيندڙ منهنجا سپرين، شوق پنهنجي جو شينهن،
شوق پنهنجي جو، مٺن واري آن، هت هت اجهو تون آهين.

٢- بس نہ ٿئي باران ڪٿون، او محبت انڙا مينهن،
محبت انڙا، مٺن واري آن، سدا وس تون محب ماهين.

٣- موڙيءَ چو منهن منهنجا سپرين، چري چاڙهي چيٺن،
چري چاڙهي، مٺن واري آن، تون ڪو ڏاريو دلبر ناهين.

٤- اُتئون عبدالله جي سائين، راحم راتو ڏينهن،
راحم راتو، مٺن واري آن، مٺا هنئڙا مور م لاهين.

بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

صدقي مئن صدقي قربان، گهول ٿيوان گهنڊ ڪولڻ ٿئون.

١- مرحبا دي نال منايس، سخن سالم صاف سٺايس،
بسمل سيتي بيان، خوب مٺي خوش ٻولڻ ٿئون.

٢- مه جبين مورا من موهيا، هوش عقل حيران جو هويا،
صدقي لات لسان، چال چلڻ لب چولڻ ٿئون.

٣- جاني ڪول جڏان ول جيوين، آپ اٿان ڪڙ آڪيس ايوين،
فدا جان جهان، ڍول مٺي تنهن ڍولڻ ٿئون.

٤- عبدالله مارعدُوين اوليَسِ، روء سياهہ رقيبن روليس،
سر سيتي سامان، ڳالهہ ڳجهي تنهن ڳولڻ ٿئون.

---

بياض: علي بخش راڄڙ، بياض: سنڌي ادبي بورڊ

بياض: جهان البحر

بياض: قاضي قادر بخش

بياض: فقير غلام حيدر موچي

# كافي

سانون ويڇنا جهوڪ ضروري، يار سانون ويڇنا جهوڪ،
وو رهڻا نہ دوست ڪنون اسان ڏور وي يار.
١- ويسان ويسان مول نہ رهسان، سائيان بن صبوري يار،
سانون ويڇنا جهوڪ ضروري.
٢- اسان ماهي دي سارا عالم ڄاڻي، محبت ٻهون مشهوري يار،
سانون ويڇنا جهوڪ ضروري.
٣- مٺن رانجهن دي، رانجهن ميڏا، چاڪ ڪيتي دل چوري يار،
سانون ويڇنا جهوڪ ضروري.
٤- دم جدا اٿان ڪيوين سي جالن، پرت جنان دي پوري يار،
سانون ويڇنا جهوڪ ضروري.
٥- عبدالله جهلُ بر سر آيا، ڏاڍا عشق ڪلوري يار،
سانون ويڇنا جهوڪ ضروري.

بياض: عطا محمد حامي

# ڪافي

مٺن سئيان مٺن دي آيس گولي وو، مٺن اها ساڳي ميڏڙي چولي،
١- مٺن ڪنون قدم اڳي جنهان چايا، تنهان دا پنڌ سيوئي اجايا،
مٺن بن مٺن نون ڪنهين نہ پايا، حوران افراد چا جنڌڙي گهولي.
٢- مٺن دا باب پڙهي ڪوئي بهادر، مٺن دا نڪتا پرجهي ڪوئي نادر،
مٺن دي گهنسي ايهو ڪوئي آدر، جنهن اپٽي دل دي دري چا ڪولي.
٣- مٺن دي مام پروڙڻ مشڪل، مٺن دي رمز صحيو ڪري ڪائي دل،
مٺن دا نڪتا هويا بي مثل، ڀائي امان انهان، جنهان جنڌڙي قولي.
٤- عبدالله مٺن چايا مٺن دا پردا، مٺن دي ڳالهہ عجب جيهي ڪردا،
مٺن بن ميڏا دم نہ سردا، مٺن ايها ساڳي ميڏڙي جهولي.

---

بياض: علي بخش راڄڙ
بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

آءُ ميان رانجها من ميڏي زاري وي،
ڳيون دلڙي لٽ ڪر ساري وي،
١- ڪٿان ميڏا ٻابل مائي وي،
ڪٿان ميڏي پيٽيان ڀائي وي،
ديس ڪيڙيندي مٺن تان چاڪي وي،
اٿان آپڻي ڳل وچ عشق دي ڳاري وي.
٢- تو بن نامردي نا جيندڀان وي،
پر پيالي پيراندي پيندڀان وي،
ڪنون جدائي ڀهون پڙيندڀايان وي،
مک وڪلائي ويندئين ڪيون ماري وي.
٣- لک اوندي لعل نچيندڀان وي،
پنڊت پوتي والي ٻچيندڀان وي،
تيڏي طعني سڻ مٺن ڪچ نہ ڪچينديان وي،
سڪ نيتا سب هوش هوشياري وي.
٤- توتان ميڏي جندڙي قرباني وي،
نهين ڪو ميڏا بن تو ٻيا جاني وي،
ڪرو ملڻ دي جي مهرباني وي،
آ تون ڪول اسان ڏي هڪواري وي.

بياض: درازا

# ڪافي

تو بن ساڏي نهين سردي، جدا نہ جيوندي نہ مردي وي،
١- ڪر ڪر باتين ني وو، سارا ڏينهن راتين وو ميان،
وچ ڳاراٽي پئي ڳردي وي.
٢- بيشڪ بندي ني وو، خانہ زادي وو ميان،
تهدل تو دلبر دي وي،
٣- چايم غلامي ني وو، ڇوڙيم ننگ نامي وو ميان،
تهدل تيڏڙي دردي وي.
٤- **عبدالله** عاشق ني وو، لاشڪ تيڏا وو ميان،
پرت نہ رکدا پردي وي.

بياض: عطا محمد حامي

# ڪافي

تون تہ ڪول حجاب دي پردي وو،
هن ڏون تئي ڏينهن گذر دي وو.
١- سگهو موتج سپرين ميان،
ڏينهن لنگهن اوسر دي.
٢- حشمت حسن تيڏي ڪنون،
ڏردي عرض نہ ڪردي.
٣- روز ازل ڪنون ويڪڻ ڪيتي،
بردي هون تيڏي دردي.
۴- روز ميثاقون محبت والي،
طالب تئون دلبر دي.
۵- **عبدالله** آکي عرض ايهوئي،
مک ويڪڻ ٻاجهون مردي.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: علي بخش راڄڙ

# ڪافي

دلڙي نيتي زوري زوري، سڻ وي لوڪو ساڏي سڄڻان،
سڻ وي لوڪو ميڏي ڍولڻان.

١- دلڙي نيتائون ني وي، نال زوري دي وو مييان،
جندڙي نون ڏي وو جهوري جهوري وو ميان،
ول بي آکيوني وو صابر رهڻا، وو ميان اوين آکيو ني درد وچ رهڻا.

٢- دلڙي نيتي ني وو، ڪيهي عجب جيهي وو ميان،
دوست سيڪالي دو چشمان دي ويڪو چوري چوري وو ميان،
چپ چپاتي وو چاندي چلڻا وو ميان، روبروئي راضي رهڻا.

٣- آئي ڏاڙي وچ وو دست هادي دي دست ماهي دي وو ميان
جندڙي مستاني وو دلڙي ديواني موري موري وو ميان،
جيوين آکيو ني وو، تيوين ميڻا وو ميان، اکيئي انهان تي ويڻا.

٤- نال **عبدالله** دي وو سائين، برهم جو لائبي وو ميان،
هندوان والي وو هوري هوري وو ميان،
جيوين ستيان وو ڏاگهہ مسڻان وو ميان، جيوين سمندر آڳ وسڻا.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# ڪافي

رمز غلام نهوڙ نيتي، مک ماهي دي ويکڻ لئي مردي.

١- الست آواز جڏاهون ڪيتيءِ، دل تڏاهون يار جو نيتيءِ،
سا وڍيل دل هڻ ڪيئن وردي.

٢- ماٺن ساڻ وڌيءِ جاني ماري، سڌ نہ يار لڌيءِ منهنجي ماري،
هَي هوري منجهہ حشر دي.

٣- فوجان حسن ديان لکين آيان، باهہ برهہ ديان بانيڙه باهيان،
جن لڳي تن ٻهہ ٻهہ ٻردي.

٤- عبدالله عاشق ڪري ٿو زاري، در اوهان جي مون غم گذاري،
تون بن منهنجي ساعت نا سردي

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

# كلام ريختي / هندي

## ڪافي

دين ڪفر اوران سون پوڇو، هم ڪيا جاني ڪيا،
لال زوال ڪس پاس هويا قلم، هم ڪيا جاني ڪيا.
١- الهام وحي هم نا هويا، امر نهي هم نا هويا،
اجي نفس شيطان هم نا هويا، اري تم ڪيا جاني ڪيا.
٢- ابليس هم نا هويا، فرعون والا دم نا هويا،
اجي ابوجهل هم نا هويا، اري تم ڪيا جاني ڪيا.
٣- نه بسطامي بڪا ديان، نه بادشه بغداديان،
اجي نا مئن امام مهديان، اري آدم ڪيا جاني ڪيا.
٤- خانا مرا ديدار هي، رزق سمائي ميرا بار بار هي،
اجي سوئي ميرا وت يار هي، اري قسم ڪيا جاني ڪيا.
٥- **عبدالله** عجيب هوتا هي، وه ڪس ڪا حبيب هوتا هي،
اجي اس ڪا نام غريب هوتا هي، اري درم ڪيا جاني ڪيا.

## كافي

كسكون ايمان كهتي هين، كسكون بي ايمان كهتي هين،
هم اور نهين كوئي دور گيا، كسكون نادان كهتي هين.
١- سونا مرسل پر ڇٽ رحمت كا، ابليس كون طوق لعنت كا،
اٿان رحمت لعنت نهين ثابت، كسكون لعنتان كهتي هين
٢- اولياءَ انبياءَ نيڪ هوئي، نفس شيطان بد ويک هوئي،
اٿان نيڪي بدي نهين جو پليد، كسكون شيطان كهتي هين.
٣- جو امر آدم ني توڙا، كهان عزازيل ني ڇوڙا،
كون كسيكون ماني، كسكون فرمان كهتي هين.
٤- جس حال مين منصور ٿا، تيسائي حرف فرعون كها،
تقدير سون تبدل نهين، كسكون بيگان كهتي هين.
٥- ٿا صديق اكبر دين اوپر، ابوجهل ٿا بيچ كفر،
اٿان دين كفر نهين نظر، كسكون كفران كهتي هين،
٦- توحيد ديد دوام هي، **عبدالله** كون انعام هي،
ڀريا كلي قلزام هي، كسكون نقصان كهتي هين.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ

بياض: فقير غلام حيدر موچي

# ڪافي

ڪون اسي در ڳايا هي، ڪيتي آدم بيڪ بنايا هي،
بيچ رنگا بي رنگي والا، ڪس ني بانس بجايا هي.
١- هابيل قابيل آئي آدم ٺون، آدم ڪس ٺون آيا هي،
در هر صورت صاحب آپي، ڪونہ ڪسي ڪا ڄايا هي.
٢- گندم ڪيا ڦر امر ڪيا، ڪيا دانا ڪس ني کايا هي،
ڪس ڪا امر ڪس ني توڙا، ڪون اسُوهيان آيا هي.
٣- ڪهان اسلام ڪهان رام رام، ڪهان بدنام بي پايا هي،
ڪهان رنگ بي ڪيف بي مثل ڪا، برهين بار اٺايا هي.
٤- ڪيا مڙهي مسجد ميخاني، مورت مورت ڪا مايا هي،
هر جا هر رنگ هر طرف، ديڪ ديدان ڌوم مچايا هي.
٥- **عبدالله** بن رائي عشق دي رڪدا، ڪوئي نہ رايا هي،
بيچ نظاري نينهن ڪي نينان، ڦر هم آپ ڦسايا هي.

---

بياض: سنڌي ادبي بورڊ
بياض: درازا

# ڪافي

ڪيا سمجھ سجن ڪا رايا هي، ڪون اپنا ڪونہ پريا هي،
بن رائي ڪيا سعيا هي، اجي سعيا آج پريا هي.
١- ڪيا "احببت" تا ڪيا "الست" تا، ڪيا "قالو بلئ" دم مست تا،
ڪيا آدم بت پرست تا، اسان ڪسي سجود ڪريا هي.
٢- ڪيا احمد تا ڪيا دلبند تا، ڪيا ڪا اليوم سج چنڊ تا،
اهين پڙهي پڙهون ڪي نہ پند تا، ايهو ڪلما عشق پرايا هي.
٣- عشق عالم هي عشق بالم هي، عشق در دوجهان وچ سالم هي،
اري عشق انهي ڪونہ معلوم هي، جنهن جل پِرسر پٽرايا هي.
٤- ڪڏان لڙتا هي، ڪڏان پڙهتا هي، ڪڏان بن دربان ڪڙتا هي،
ڪڏان تخت انباري چڙهتا هي، اسان ڪاشي دشت ٺهرايا هي.
٥- ڪهان قم رب دا، ڪهان رايا جب تا، ڪهان روپ آدم ليني ڪاتب تا،
**عبدالله** الف لام ميم مطلب تا، سارا محمد نام ڏرايا هي.

بياض: سندي ادبي بورڊ



نالو: ڊاڪٽر نواز علي شوق ، ذات سُهرياڻي بلوچ.

تعليم: ايم- اي سنڌي، ايم - اي اردو، ايل -ايل بي ۽ پي ايچ - ڊي (سنڌي ادب)

عهدا : چيئرمين سنڌي شعبو، ڪراچي يونيورسٽي، چيئرمين سنڌي لئنگويج اٿارٽي.

ممبر: سنڌي ادبي بورڊ، سنڌالاجي صلاح ڪار بورڊ، پاڪستان ٽيليويزن صلاح ڪاربورڊ، پاڪستان براڊڪاسٽنگ صلاح ڪار بورڊ، ڪراچي، سچل چيئر صلاح ڪار بورڊ، شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور. ان کان علاوه ٻين اهم عهدن تي فائز رهيو آهي.

ڊاڪٽر شوق جا ويهه ڪتاب ۽ اسي مقالا ڇپجي چڪا آهن. سچل سرمست تي هن کان اڳ سنڌن ٻه ڪتاب ڇپجي چڪا آهن، هن سال سنڌن ٻه ٻيا ڪتاب ميلي جي موقعي تي ڇپجي رهيا آهن. هڪ ڪتاب "سچل سرمست جا طالب" سچل چيئر پاران ڇپجي چڪو آهي، ٻيو ڪتاب "ڪلام- فقير عبدالله ڪاتيار" سچل يادگار ڪميٽيءَ پاران ڇپجي چڪو آهي. ان کان علاوه شوق صاحب جا سچل سرمست جي سوانح ۽ ڪلام بابت ويهه مقالا ڇپجي چڪا آهن.

سچل سرمست تي معياري مقالا لکڻ تي کين سچل يادگار ڪميٽيءَ پاران ٽي ايوارڊ ملي چڪا آهن. شوق صاحب جي شاندار لائبرري آهي، جنهن ۾ مختلف زبانن جا ويهه هزار ڇپيل ۽ ٽي سؤ قلمي ڪتاب موجود آهن. هُو گهڻو وقت لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ گذاري ٿو. قومي ۽ بين الاقوامي ادبي ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿي چڪو آهي. اهوئي سبب آهي جو کين ادب ۾ هڪ خاص مقام حاصل آهي.

ڊاڪٽر شوق قربدار، مهمان نواز ۽ مٺڙو انسان آهي. جهڙو دسترخوان جو ڪشادو، اهڙو ڪتابن ڏيڻ ۾ فراخ دل آهي. پنهنجي شاگردن ۽ دوستن کي قيمتي ڪتاب سوکڙيءَ طور ڏيندو رهندو آهي. الله سائين کين وڏي ڄمار ڏئي ته جيئن سنڌي ادب جي وڏيڪ خدمت ڪري سگهي.

غلام محمد لاکو